# سنڌي لوڪ ادب

## (تحقيقي اڀياس)

ڊاڪٽر ڪمال جامڙو

سنڌيا پبليڪيشنس

شڪارپور، حيدرآباد، ڪراچي

Email:

sindhiyapublications@outlook.com

sindhiyapublications@gmail.com

ڪتاب : سنڌي لوڪ ادب (تحقيقي اڀياس)

ليکڪ : ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو

ڇاپو : پهريون، مارچ 2016ع

ڇپيندڙ : امجد پرنٽرس ڪراچي

ڇپائيندڙ : عقيل عباس سومرو

قيمت : 300 رپيا

ڪتاب نمبر: 22





Book Sindhi Lok Adab (A research study of sindhi folklore)
Author Dr. Kamal Jamro
Edition 1st (March 2016)
Printed by Amjad Printers Karachi
Published by Aqeel Abbas Soomro
ISBN 978-969-7532-21-6
Price 300/-

## سنڌيا پبليڪيشنس

- ايف_960 واپڊا يونين هال، گاڏي کاتو،

  حيدر چوڪ حيدرآباد :022-2729977

- پنج پير اسٽريٽ هاٿي در، شڪارپور : 0726 512333

- ايم 14 هلال پريس مارڪيٽ اڪبر روڊ رتن تلاءُ صدر ڪراچي

  021-32733100

- 101 فرسٽ فلور بوڪ مال مين اردو بازار ڪراچي 021-32733100

ارپنا

سنڌي لوڪ ادب جي

محققن، سهيڙيندڙن ۽ سگهڙن

جي نالي

# سنڌاءُ

# ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙي جا
# لوڪ ادب ۽ ثقافت بابت ڪتاب

نوٽ: ڊاڪٽر ڪمال جا محقق، مرتب، ليکڪ ۽ ايڊيٽر جي حيثيت ۾ 35 کان وڌيڪ ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. تنهن کان سواءِ ٽيهن کان وڌيڪ رسالا ۽ تحقيقي جرنل به ڪڍي چڪو آهي. هتي رڳو لوڪ ادب بابت سندس ڪتابن جي لسٽ ڏجي ٿي.

1. سنڌي ثقافت جا امر آواز، ثقافت کاتو سنڌ حڪومت، 2003ع
2. سنڌوءَ جا گيت (سنڌي لوڪ گيتن جو تحقيقي جائزو)، ثقافت کاتو سنڌ حڪومت، 2008ع
3. سنڌي لوڪ ادب: مضمون ۽ مقالا، ثقافت کاتو سنڌ حڪومت، 2013ع
4. ڪڇ ڪهريءَ جا مور، ثقافت کاتو سنڌ حڪومت، 2014ع
5. لوڪ رنگ لقمان جا (سگهڙ محمد لقمان کوکر جو ڪلام)، ثقافت کاتو 2015ع
6. پاڪستاني زبانون ڪا لوڪ ادب (اردو) سنڌي شعبو، وفاقي اردو يونيورسٽي ڪراچي 2015ع
7. رسالو ڳجهارت، ثقافت کاتو سنڌ حڪومت 2015ع
8. سنڌي لوڪ ادب جو اڀياس، سنڌيا پبليڪيشنس، مارچ 2016ع

# پبلشر پاران

سنڌي ٻوليءَ جي الفابيٽ ۾ جيترا اکر وشالتا جي ساک ڀريندڙ آهن. تيترا ئي موضوع ۽ انهن جي گوناگوني جا چٽ ٻـ سنڌي ادب جي زينت آهن. هي ادب جديد سان گڏ و گڏ ڪلاسيڪي ٻـ آهي. پر. سنڌي ادب جي سڃاڻپ جنهن کي آفاقي سطح تي پذيرائي ملي آهي سو لوڪ ادب آهي. لوڪ ادب. سنڌي سماج ۽ ان جي سماجي. سياسي. ۽ اقتصادي پکيڙ جو هر پاسائون احاطو ڪندڙ آهي. لوڪ ڪهاڻيون. لوڪ گيت. ۽ ٻيون صنفون ئي اصل سنڌ جو ثقافتي ورثو آهن. جنهن سنڌ جي ريگستاني ۽ دريائي پرڳڻن کي جوڙي رکيو آهي.

سنڌي ادبي بورڊ طرفان جڳ مشهور عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي نگرانيءَ ۾ لوڪ ادب رٿا تحت ڳچ ڪتاب سهيڙي ۽ ڇنڊ ڇاڻ ڪري شايع ڪرايا ويا. ان سلسلي جو ڪم اڃا ٿورڙي ماتر ۾ ٿيو آهي. تحقيقي پورهيو. جيئن تـ يونيورسٽين ۾ ٿيڻ جو آهي ۽ هاڻي ماشاء الله پي ايچ ـ ڊي اسڪالرن جو ڳاٽاٽو بـ جهجهو آهي پر بنيادي ڳالهہ ڪم ڪري ڏيکارڻ جي آهي. ڏٺو وڃي تـ محدود وسيلن جي باوجود جيترو لوڪ ادب تي تحقيقي ۽ اشاعتي پورهيو ڊاڪٽر ڪمال جامڙي ڪيو آهي تنهن تي هو جس لهڻي. ڊاڪٽر ڪمال جامڙو پنهنجي مانيٽي. شفيق. ۽ حليم طبيعت رکندڙ شاهہ سائين جو عاشق. سنڌس ڪلام جو پارکو ۽ لوڪ ادب اندر لوڪ گيتن تي پي ايچ ـ ڊي ڪندڙ هڪ مدبر استاد پڻ آهي. هي ڪتاب 'لوڪ ادب تي تحقيقي اڀياس' سنڌس اندر جي اونهائين ۽ دل جي گهرائين

منجهان قدرتي چشمي جيان ڦُٽي نڪتل ادبي پورهيو آهي، جنهن کي سنڌيا پبليڪيشنس پنهنجي پڙهندڙن اڳيان پيش ڪري رهيو آهي. هيءُ لکڻي دراصل سنڌي ادب ۽ تاريخ جي اندر هڪ دستاويز جي حيثيت رکي ٿي. سنڌيا اداري جي هميشہ اها ڪوشش، ڪاوش، ۽ جستجو رهي آهي تہ سائنسي بنيادن تي نج ۽ نوس تحقيقي، تفريحي، علمي ۽ معلوماتي مواد پنهنجي ايندڙ نسل کي سپرد ڪجي. اسان کي اميد آهي تہ اسان جي هيءَ نماڻي علمي وِڪَ اوهان کي پسند ايندي.

عقيل عباس سومرو

ڊائريڪٽر

سنڌيا پبليڪيشنس

# ليکڪ پاران

سنڌي لوڪ ادب تي هن دور ۾ تحقيقي ڪم اوترو نہ پيو ٿئي، جيترو ٿيڻ گهرجي. اسان جي علمي ادبي ۽ تحقيقي ادارن وٽ وسيلا بہ آهن، پر انهن ادارن تي ويٺل وڏيرن جي ذهن ۾ اها ڳالهہ گهر ڪري وئي آهي تہ هن جديد دور ۾ سنڌي لوڪ ادب تي ڪم ڪرڻ. وقت ۽ پئسن جو زيان آهي.

اسانجي سموري ادب جي پيڙهہ لوڪ ادب آهي، چونڊا آهن تہ پيڙهہ مضبوط هوندي تہ پيٽ / عمارت بہ سگهاري هوندي جيڪڏهن اسان جو لوڪ ادب سگهارو نہ هجي ها تہ ڪلاسيڪي ۽ جديد ادب بہ سگهارو نہ هجي ها پر افسوس آهي تہ اسان هن وقت پيڙهہ جي مرمت نہ پيا ڪريون، جنهن ڪري پيٽ/عمارت کي نقصان پيو پهچي، تنهنڪري اسان جي وڏيرن کي پنهنجي سوچ بدلائڻي پوندي.

مون پنهنجي هن ڪتاب ۾ سنڌي لوڪ ادب بابت ڪجهہ مقالن کي شامل ڪيو آهي. اهي مقالا مختلف وقتن تي لکيا ويا هئا. هر مقالي / مضمون کي چٽي ڪرڻ لاءِ ڪٿي ڪٿي اوهان کي ورجاءُ بہ ملندو. ان ورجاءَ کي ختم ڪرڻ سان مونجهارو پيدا ٿئي ها. تنهنڪري ان کي برقرار رکڻو پيو.

منهنجو هيءُ ڪم ابتدائي آهي، جن بہ موضوعن تي مون لکيو آهي، انهن تي اڃا وڏيڪ ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي. ڪن موضوعن کي تہ پي ايڇ – ڊيءَ جو موضوع بہ بڻائي سگهجي ٿو. جيڪڏهن ڪو محقق منهنجي ڪم کي اڳتي وڌائيندو يا ڪا درستي ڪندو تہ مون کي ڏاڍي خوشي ٿيندي.

ان سان گڏ جيڪڏهن ڪو دوست لوڪ ادب جي سهيڙ ۽ تحقيق ۾ منهنجو هٿ ونڊائيندو تہ منهنجي خوشي ٻيڻي ٽيڻي ٿي ويندي. مان اوهان

ڪي اهو بہ يقين ٿو ڏياريان تہ ان سلسلي ۾ جنهن جو بہ جيترو حصو شامل ٿيندو، ان جو حوالو ٿورن سان گڏ نمايان لکيو ويندو. ان حوالي سان اوهان منهنجا اڳ ۾ لکيل ڪتاب بہ ڏسي سگهو ٿا.

مان ٿورائتو آهيان سنڌيا پبليڪيشنس جي سرواڻ محترم عقيل عباس سومري جو، جنهن هيءُ ڪتاب سنواري سينگاري اوهان جي هٿن تائين پهچايو.

مون کي اوهان جي راءِ جو اوسيئڙو رهندو.

ڊاڪٽر ڪمال جامڙو

# لطيفيات ۽ سنڌي لوڪ ادب جو پارکو ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو

**نصير سومرو**

ٻولي واهپي جي ڪري زنده رهندي آهي. ڪيتريون ٻوليون مري ويون ۽ انهن جا نانءُ نشان لغات ۾ پڻ محفوظ نه رهيا ۽ ڪيتريون زنده هجڻ جي باوجود متروڪ ٿي ويون آهن. ڇا لاءِ ته اهي بازار جي وڻج واپار ۽ تعليمي ادارن جي نصاب ۾ نه رهي سگهيون. سنڌي ٻولي پرائمريءَ کان يونيورسٽيءَ جي سطح تائين نصابي زبان آهي. مارڪيٽ ۾ رائج آهي. سماج ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. شاعري ۽ نثراٺو ادب سنڌيءَ ۾ لکجي ٿو ۽ لاڳيتو ڇپجندو رهي ٿو.

سنڌي ادب جو تذڪرو ڪرڻ سان هڪ طرف جديد ادب ڪمپيوٽر جي ترقي يافته

مشيني دور جي ضرورتن آهر سرجي رهيو آهي ۽ ان ۾ غالب عنصر آمريڪي ۽ يورپي ادب ۽ فن جو آهي. يونيورسٽيءَ جي سائنسي ۽ ٻهيوبرل سائنسز جو ڳانڍاپو بين الاقوامي علمن سان جڙيل هجڻ سببان جديد ادب جا موضوع سماجياتي نوعيت جا آهن. ٻي طرف لوڪ ادب آهي. ڪلاسيڪي ادب جون روايتون لوڪ ادب سان لاڳاپيل آهن. هي اُمي ماڻهن /سگهڙن جو ادب پنهنجي فڪر ۾ پڻ آفاقيت رکندڙ آهي. هند سنڌ جو قديم فڪري لاڙو ڏند ڪٿائي مذهبن ۽ راڳ رس ڏانهن جهڪيل آهي. ان نسبت سان شاهه جو رسالو جامع حوالو آهي. شاهه جي رسالي جا باب راڳن ۽ راڳڻين جي نالن سان ترتيب ڏنل آهن. ڀٽائيءَ لاڙ جي ثقافتي ماڳن.

روايتن ۽ اٿڻي ويهڻيءَ ڪي جمالياتي اسلوب ۾ ڳايو آهي. لوڪ گيت لوڪ ادب جي اهم صنف آهي.

بلوچستان ۽ راجستان جا ميداني علائقا هجن، يا ٿر جا موجوده سنڌ ۾ شامل علائقا هجن، سنڌي لوڪ ادب سان مالا مال رهيا آهن. انهن ماخذن ۽ زميني حقيقتن جي پسمنظر ۾ محققن سير سفر ڪري ۽ اصلوڪن رهاڪن سان ڪچهريون ڪري لوڪ ادب سهيڙيو آهي. سنڌي ادب جو گهڻو تڻو لسانياتي ۽ تهذيبي بڻ بڻياد لوڪ ادب آهي. جدت ۽ جاڳرتا جا چشما، جيڪي سنڌ جي معروضي حالتن سان آهنگ ۾ هجڻ ڪري جٽادار چئجن، لوڪ ادب مان ڦٽا آهن. شيخ اياز ۽ تاجل بيوس جا بيت ۽ وائيءَ ۾ ڪيل تجربا لوڪ/ڪلاسيڪي ادب سان ٻٽ ٻيڻل آهن.

سنڌي لوڪ ادب سهيڙڻ ۽ ڇاپڻ جي قومي سطح تي متعارف ڪرايل رٿا جو ڪريڊٽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڏانهن وڃي ٿو. عبدالڪريم سنديلو ۽ ٻيا جيڪي لوڪ ادب جي محققن جي صف ۾ نظر اچن ٿا، انهن مان هڪ نالو ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙي جو پڻ آهي. هو معلم، ليکڪ ۽ براڊ ڪاسٽر آهي. لطيفيات، سنڌي لوڪ ادب، صوفي شاعرن ۽ فنڪارن جو پارکو آهي. هتي اسان سندس سنڌي لوڪ ادب لاءِ ڪيل خدمتن جو خاص ذڪر ڪنداسين. ڪراچي يونيورسٽي جي شاهه عبداللطيف چيئر ۾ طارق عزيز شيخ سان گڏ ڊاڪٽر فهميده حسين جي نگرانيءَ ۾ محققاڻيون خدمتون ڏنيون اٿائين. باقاعدي تحقيقي ڪم جي شروعات 1998ع کان شاهه لطيف چيئر مان ئي ڪيائين. سندس تحقيق جو مرڪز لطيفيات، سنڌي لوڪ ادب ۽ ثقافت آهي. هُن هڪ ليکڪ، محقق، مرتب ۽ ايڊيٽر جي حيثيت ۾ (پنجٽيهن) کان وڌيڪ ڪتاب هيل تائين سنڌي ادب کي ڏنا آهن. سندس ٿهيءَ ۾ خاص ڪري تحقيق جي ميدان ۾ ٻئي ڪنهن ايترو ڪم نہ ڪيو آهي. سندس پهريون ڪتاب "شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ پاڪستاني ٻولين جا صوفي شاعر" آهي، جنهن جو

ثقافت کاتي 2013ع ۾ انگريزي ترجمو پڻ شايع ڪرايو آهي. شاهه لطيف چيئر پاران "سنڌي ڪلاسيڪي شاعرن جي لغت" هڪ شاندار ڪم آهي. ان ڪم ۾ به ڊاڪٽر ڪمال جو وڏو حصو آهي. تحقيقي سٽ ۾ سندس نالو سرِ فهرست آهي. ڊاڪٽر فهميده حسين ان لغت کي ايڊٽ ڪيو آهي. تحقيقي جرنل ڪلاچي جي بنيادي سٽ ۾ ڊاڪٽر فهميده حسين، ڊاڪٽر ڪمال ۽ طارق عزيز شيخ شامل هئا.

اسلاميه سائنس ڪاليج ڪراچي، علامه اقبال اوپن يونيورسٽي، ڪراچي يونيورسٽي ۽ سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ پاران هو سنڌي سيکارڻ جي ڪلاسن ۾ تدريسي خدمتون سرانجام ڏئي چڪو آهي. سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ پاران سرڪاري آفيسرن (ڊاڪٽرن) کي سنڌي ٻوليءَ جي سکيا جون سونهيل خدمتون راقم به ڏيئي چڪو آهي.

ڪمال وفاقي اردو يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي ڊپارٽمينٽ جو چيئرمين به رهي چڪو آهي سنڌي شعبي کي جنهن معيار تي هن پهچايو ان جو پهريان مثال نه ٿو ملي. شعبي پاران شايع ٿيندڙ تحقيقي جرنل ڪارونجهر جو معيار به ڏسڻ وٽان آهي، هن جي ڪوشش سان ڪارونجهر کي هاير ايجوڪيشن ڪميشن (HEC) 2014ع ۾ رڪگنائيز ڪيو جنهن تي هيءَ جَسُ لهڻي.

ادب تخيلات جي جدليات (dialectics) آهي. جدليات جي روشنيءَ ۾ احساس جي ايناتاميءَ جو چيد رد خاصيت سان ڪيو ويندو آهي. احساس انسان جي واتان ۽ قلم سان ظاهر ٿي تاريخ جو روپ ڌارين ٿا. جسماني طور ماڻهو سدائين رهڻو ڪونهي پر هن جو پورهيو امرتا ماڻي ٿو. "سنڌي راڳ رس جا ناميارا ۽ امر آواز" ڪمال جي قلم سان سوانحي تاريخ جو ڀاڱو بڻجي چڪا آهن.

ادب احساس جو برجستو اظهار آهي ۽ اهي احساس بظاهر هڪ اديب ۽ شاعر جا هوندا آهن پر ترجماني جملي انساني ڪيفيت جي آهي، ان ڪري ادب آفاقي قدرن جو مستقل دستاويز آهي. قدرن مان طرز فڪر جو

پتو پوي ٿو. ليڪڪ پنهنجين لکڻين ۾ ڪيترو به پاڻ لڪائي، پر لڪائي نه سگهندو. ڊاڪٽر ڪمال پنهنجي پريت ۽ پيڙا جي پورهيي ۾ پاڻ کي سلجهيل ۽ ترقي پسند محقق ميرايو آهي. هو معاملات کي مڪملتا ۾ ڏسي ٿو. ڪلاسيڪي ۽ جديد روايتن ۽ تحريڪن جي سوجهه ٻوجهه رکڻ جي ڪري سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ ايڊٽ ڪرڻ ۽ لکڻ جون صلاحيتون رکي ٿو. ”ڪارونجهر“ ان جو خود ڳالهائيندڙ ثبوت آهي.

محمد صلاح الدين چواڻيءَ ته سنڌ جي اصل تاريخ جا ماخذ سگهڙن جا بيت آهن. هنن جو بروقت واقعي کي ڳجهارت، معمي، ڏور يا ڏٺ ۾ محفوظ ڪرڻ تاريخ نويسيءَ وارو پورهيو آهي. نثراڻي پوشاڪ ۾ سنڌ جي تاريخ اهو لکي سگهندو جيڪو سنڌي ٻوليءَ ۽ شعر جي معنوي نثر ۾ الٿو (paraphrasing) ڪرڻ جي ڏات رکندو هجي. شاعريءَ ۾ اظهار هيٺ آيل ڪيفيت جو عڪس آمد هجڻ سببان نج آهي. لوڪ شاعريءَ جي معنوي نثر ۾ الٿو آڻڻ جي ذميداري ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو نڀائي سگهي ٿو.

ادب علامت، اشارن، استعارن ۽ ڪناين جي فني ٻوليءَ ۾ لکيو وڃي ٿو. مچيل ليڪڪ جي پهچ دانشوراڻي ٿئي ٿي. اهو ئي ڪارڻ آهي جو سماجي سائنسدان (سياسي اڳواڻ) پنهنجن پڙنامن ۾ فڪري رنگ ڀرڻ لاءِ دانشورن جي ادبي اصولن جي ٽيڪ وٺندا آهن. روسو جي سماجي ڪارج وارن نظرين وانگر سنڌ جي قومي سياستڪارن آزادي ۽ هلچل جا استعارا ڀٽائيءَ جي رسالي مان مارئي ۽ سسئيءَ جي ڪردار جي روپ ۾ کنيا آهن. مارئيءَ ۽ سسئيءَ کان علاوه قصا پڻ لوڪ ادب جي اڏيندڙن ڳايا آهن. هي لوڪ قصا ۽ آکاڻيون سنڌي ادب جي مک سڃاڻپ آهن.

موجوده دور ۾ سنڌي لوڪ ادب تي ڪم ڪندڙن ۾ ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو سڀني کان گوءِ کڻي ويو آهي. هن ڊاڪٽر فهميده حسين جي نگرانيءَ ۾ ڪراچي يونيورسٽي مان ”سنڌي لوڪ گيتن جو تحقيقي جائزو“ جي سري هيٺ 2006ع ۾ پي ايڇ- ڊي ڪئي. سندس اهو ڪم ”سنڌوءَ جا

گيت” نالي سان ثقافت کاتي شايع ڪرايو. ان ڪم جي معياري هجڻ جو هڪڙو سرٽيفڪيٽ سنڌي ادبي سنگت پاران سال 2008ع جي بهترين تحقيقي ڪم جو ايوارڊ پڻ آهي.

ان کان اڳ سندس ڪتاب “سنڌي ثقافت جا امر آواز” 2003ع ۾ شايع ٿيو جنهن ۾ لوڪ فنڪارن بابت پڻ لکيو اٿائين. ناميارن فنڪارن جي ورسيءَ جي ڏينهن تي مختلف اخبارون ۽ سنڌي ٽي وي چينل جڏهن خاص مضمون يا رپورٽون هلائيندا آهن ته هيءُ ڪتاب سندن تمام گهڻو مددگار بڻبو آهي. ڪجھ ادارا ڪمال چانڊيو جو حوالي طور نالو ڏيندا آهن. نه ته اڪثر پنهنجي نالي سان مضمون يا رپورٽ (تحرير) هلائيندا آهن.

ثقافت کاتي پاران سندس لوڪ ادب تي ٽيون ڪتاب “سنڌي لوڪ ادب: ”مضمون ۽ مقالا“ 2013ع ۾ شايع ڪيو ويو جنهن ۾ مختلف عالمن جا لوڪ ادب جي مختلف صنفن تي مقالا ڏنا ويا آهن. ان ۾ ڊاڪٽر ڪمال جو مقالو ميمڻي/ڪڇي لوڪ ادب ۽ تفصيلي مقدمو به شامل آهي. ان ڪتاب کان پوءِ ڊاڪٽر صاحب جو لوڪ ادب تي چوٿون ضخيم ڪتاب ”ڪڇهريءَ جا مور“ به ثقافت کاتي 2013ع ۾ شايع ڪرايو جنهن جي مهورت ڀٽائي سرڪار جي 270 هين عرس مبارڪ (ڊسمبر 2013ع) ۾ ٿيل سگهڙ ڪانفرنس ۾ ڪئي وئي.

ڊاڪٽر ڪمال لوڪ ادب ۾ ڊاڪٽر بلوچ واري وات ورتي آهي. بلوچ صاحب جي سهيڙيل لوڪ ادب وارن ڪتابن کان پوءِ پهريون ڀيرو ڊاڪٽر ڪمال جو هن موضوع تي هڪ ضخيم ۽ معياري ڪتاب شايع ٿيو آهي. جنهن ۾ سنڌي لوڪ ادب بابت 62 صفحن جو مقدمو، سگهڙن جي شايع ٿيل ڪتابن جو تعارف، سگهڙن جي تنظيمن ۽ 55 سگهڙن جو تعارف ۽ سندن چونڊ ڪلام ڏنو ويو آهي. ڪتاب جي پبلشر نوٽ ۾ منظور احمد ڪناسرو لکي ٿو ته: “ڪنهن حد تائين هيءُ ڪتاب سنڌي لوڪ ادب بابت انسائيڪلو پيڊيا جو درجو رکي ٿو”.

استاد محمد ملوڪ عباسي هن دور جي سگهڙن جو سرواڻ ڳڻيو وڃي ٿو. سندس پهريون ڪتاب "موتي مور ملوڪ جا" 1981ع ۾ شايع ٿيو. جيڪو ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ سهيڙيو هو. ان ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 2013ع ۾ ثقافت کاتي شايع ڪرايو. ٻئي ڇاپي جي ايڊيٽنگ ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙي ڪئي ۽ مهاڳ پڻ لکيو.

سگهڙ محمد لقمان کوکر جو ڪلام ڪتاب "لوڪ رنگ لقمان جا" ۾ سهيڙيو اٿائين. جيڪو ثقافت کاتي 2015ع ۾ شايع ڪرايو.

هن پاڪستان جي پهرين لوڪ ادب ڪانفرنس، فيبروري 2015ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڪرائي، جنهن ۾ سنڌي، پنجابي، بلوچي، سرائڪي، براهوي، اردو، پشتو ۽ چترالي لوڪ ادب تي شاندار مقالا پڙهيا ويا. انهن مقالن تي ٻڌل ڪتاب "پاڪستاني زبانون ڪا لوڪ ادب" بہ ڪمال صاحب ترتيب ڏئي ڇپرايو آهي.

لطيفيات ۽ لوڪ ادب جي تاريخ ۾ پهريون ڪتاب" رسالو ڳجهارت" ثقافت کاتي ڇپرايو آهي، جنهن جي مهورت ڊسمبر 2015ع ۾ شاهہ صاحب جي عرس جي موقعي تي ڪرايل عالمي لطيف ادبي ڪانفرنس ۾ ڪرائي وئي. سندس هيءَ ڪتاب "سنڌي لوڪ ادب (تحقيقي اڀياس) بہ پڙهڻ جهڙو آهي، ان ۾ ڏنل معلومات خاص ڪري نون محققن جي وڏي رهنمائي ڪندي.

مان ڪمال جو ڪم ڏسي ان نتيجي تي پهتو آهيان تہ جيڪڏهن هن ماڻهوءَ کي ڊاڪٽر بلوچ جيترو تعاون ۽ سهوليتون مليون تہ رهيل سنڌي لوڪ ادب جا لڪل خزانا نہ رڳو سامهون ايندا پر ضايع ٿيڻ کان پڻ بچي پوندا.

# سنڌي لوڪ ادب تي 1970ع کان 2013ع تائين ٿيل تحقيق جو جائزو

سنڌي ادب ۾ ٻوليءَ ۾ جيڪڏهن تحقيق ۽ تنقيد جي تاريخ ڳولهيندا سين تہ منهنجيءَ نظر ۾ ان جي ابتدا محمد رضا بن عبدالواسع عرف رضا مير درياهيءَ ڪئي. جنهن شاهہ عبدالڪريم ٻُلڙيءَ واري جي ملفوظات "بيان العارفين و تنبيهہ الغافلين" لکيو. اصل ڪتاب فارسيءَ ۾ ۽ شاهہ ڪريم ۽ ٻين جا شعر سنڌيءَ ۾ لکيا ويا. اڄ جي تحقيقي ۽ تنقيدي معيارن تي پلي اها تحقيق پوري نہ لهي پر اسان ان کي پنهنجي ادب جي شروعاتي تحقيق يا تحقيقي اشارا چئي سگهون ٿا. رضا مير درياهي شاهہ ڪريم جو مُريد هو. جنهن شاهہ ڪريم جي وفات (7ين ذوالقعد 1032هہ مطابق 1623ع) کان ڇهہ سال پوءِ 1038هہ مطابق 1629ع ۾ اهو ڪتاب لکي پورو ڪيو. شاهہ لطيف جي ڄمڻ کان سٺ سال کن اڳ لکيو ويو. شاهہ صاحب قرآن پاڪ ۽ مثنوي مولانا روميءَ سان گڏ اِهو ڪتاب بہ پاڻ سان رکندو هو.

ان کان پوءِ شاهہ لطيف رحہ جا اهي فقير بہ محققن ۾ ڳڻي سگهجن ٿا. جيڪي سندس ڪلام سهيڙيندا يا لکندا هئا. خاص ڪري گنج جا مرتب يا ڪاتب. انهن ۾ نگران ميون محمد اسماعيل ڪاهوڙي ۽ ڪاتب فقير سيد عبدالعظيم عرف وڏل شاهہ سنڌي لوڪ ادب جا ابتدائي محقق ۽ محافظ اُهي پَٽ. چارڻ، ڀان ۽ سُگهڙ آهن. جيڪي صدين کان (گهٽ ۾ گهٽ سومرن جي دور 1050ع کان 1350ع تائين) پنهنجي سيني جي ڪتاب تي هيءَ ذخيرو لکندا ۽ مُنتقل ڪندا پئي آيا. ان ذخيري کي تمام گهڻو پوءِ

اسان جي محققن قلم وسيلي پنن تي لاٿو.

سنڌي لوڪ ادب تي تحقيق ۽ سهيڙ کي اسان ٽن دؤرن ۾ ورهائي سگهون ٿا.

1. 1849ع کان 1947ع تائين
2. 1947ع کان 1970ع تائين
3. 1970ع کان 2013ع تائين

سنڌي لوڪ ادب تي ٻن طريقن سان تحقيق ٿي آهي هڪ عام تحقيق ۽ ٻي تعليمي تحقيق. تحقيق ۽ سهيڙ جي تفصيل کان اڳ ۾ لوڪ ادب جي صنفن يا دائري جو ذڪر ڪجي ٿو.

سنڌي لوڪ ادب ۾ لوڪ ڪهاڻيون، داستان، ريتون رسمون، عقيدا، ساٿ سونهڻ، ٻهاڪا، چوڻيون، مدح، مولود، مناقبا، معجزا، سينگار، ڏور ڏِٺ، ڳُجهارت، پرولي، هُنر، سماع/سمنهن، ڳُرچيلو / ڳاٽوءَ جا بيت، رسالو ڳُجهارت، ڏهس، ست سُري، ڏهه سُرا، واقعاتي بيت، مناظرا، نڙ بيت، ڳاهه، ڪانگل جا بيت، ڪافيون، ٽيهه اکري، ڏينهن، راتيون، هفتا، مهينا ۽ سال، ڳُوڙها، هيماريون، لوڪ گيت، لاڏا، ڳيچ ۽ سهرا وغيرهه اچي وڃن ٿا.

ڪافيءَ ۽ مولود لاءِ ڪن عالمن جو خيال آهي ته اهي لوڪ ادب جو حصو ناهن. لوڪ ادب ۾ نظم واريون صنفون گهڻي ڀاڱي غير عروضي آهن جڏهن ته ڪافي ۽ مولود علم عروض مطابق به لکيا وڃن ٿا ۽ انهن جا شاعر به لکل ناهن. جڏهن ته لوڪ ادب جي ٻين صنفن جي ابتدائي ذخيري جي تخليقڪار جو نالو نه هئڻ برابر ملي ٿو. عام تصور اِهو آهي ته لوڪ ادب جو سرجيندڙ ڪو هڪ نه بلڪِ هڪ کان وڌيڪ يا سڄو عوام آهي.

پنهنجي اصل موضوع تي اچڻ کان اڳ ۾ سنڌي لوڪ ادب تي تحيق ۽ سهيڙ جي پهرئين ۽ ٻئي دؤر جو مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو.

**1849ع کان 1947ع تائين وارو دور:**

1843ع ۾ انگريزن جڏهن سنڌ تي حڪومت قائم ڪئي ته هُنن

سنڌي ٻوليءَ تي بہ ڏيان ڏنو ۽ ڪيترن انگريز عالمن سنڌي ٻوليءَ ۾ لکڻ شروع ڪيو يا ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. ڪيپٽن جارج اسٽيڪ 1849ع ۾ سنڌي گرامر لکيو جنهن جي آخر ۾ هُن راءِ ڏياچ جو قصو ڏنو. اهڙيءَ ريت جارج اسٽيڪ لوڪ سنڌي ادب جو پهريون محقق آهي، جنهن هڪ لوڪ قصي کي ڪتابي صورت ۾ آندو. اِهو قصو ٻيتن ۾ پانن جي بيتن تي آڌاريل يعني منظوم قصو هو. ان کان پوءِ مُنشي اڌارام ٿانورداس جي آڪاٽي "آڪاٽي راءِ ڏياچ ۽ سورٺ جي" نثر ۾ شايع ٿي. "ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ سنڌي ريڊنگ بُڪ ۾ سورٺ جو قصو (ديوناگري) ۽ ليليٰ مجنى جو داستان" 1858ع ۾ عربي لِپيءَ ۾ ڇپرائي پڌرا ڪيا... گولڊ سمڊ جو سسئي پنهون 1863ع. سيد فاضل شاهہ جو قصو ليليٰ مجنو 1876ع ۽ محمّد يوسف جو دودو چنيسر (ديوناگريءَ ۾) 1893ع وغيرهہ پهريون دفعو ڇپجي پڌرا ٿيا." (ڊاڪٽر علي اڪبر اسير قريشي – پي ايڇ – ڊي مقالو)

آخوند عبدالرحيم وفا عباسيءَ، ديوان ڪوڙي مل، مرزا قليچ بيگ ۽ ٻين ڪيترن ئي عالمن 1849ع کان 1947ع تائين لوڪ ادب جي مختلف صنفن تي ڪتاب لکيا. جن مان ڪي ڇپيا تہ ڪي وري قلمي صورت ۾ آندا ويا.

مولود شريف مذهبي صنف هجڻ سان گڏ لوڪ ادب ۾ بہ شامل ڪيو وڃي ٿو. مُقيم نالي هڪ شاعر جو مولودن تي ٻڌل هڪ ڪتاب "مجموعہ مولود" ٽي دفعا ڇپيو. جنهن جو ٽيون ڇاپو 1882ع ۾ ڇپيو.

آخوند عبدالرحيم وفا عباسيءَ جو ڪتاب "هرگنيو" 1875ع ۾ ڇپيو. جنهن ۾ مختلف سگهڙن جو ڪلام ڏنل آهي.

ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي کي لوڪ ادب تي ڪم ڪرڻ دوران حمزه علي ابڙي جو 1886ع ۾ لکيل هڪ قلمي نُسخو سيّد علي حيدر شاهہ وينل رشيد وڳڻ لاڙڪاڻي معرفت مليو. ان نسخي ۾ تر جي شاعرن ۽ سُگهڙن جو لوڪ ادب جي مختلف صنفن تي مواد مليو.

ڪوڙي مل چندن مل کلناڻي "سنڌي پهاڪا" 1889ع ۾ ۽ نور محمّد ڏهر سُرو 1892ع ۾ شايع ڪرايو.

ڊاڪٽر علي اڪبر اسير قريشي لکي ٿو تہ: "جيئن ئي سنڌي ٻوليءَ جي الف بي (آئيوبٽا) ٺهي تيار ٿي، تيئن ئي سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتابن جي ڇپائيءَ جو سلسلو وڌندو رهيو جو 1849ع کان وٺي 1900ع تائين سنڌي لوڪ ادب جا 254 (ٻٽ 115/1 - 1995)کان بہ مٿي ڪتاب شايع ٿيا." (مسودو پي ايڇ – ڊي مقالو)

جڏهن 1955ع کان لوڪ ادب رٿا جوڙي وئي تہ اڳ ڇپيل سوين ڪتابن وارو مواد بہ شامل ڪيو ويو. ان کان سواءِ مختلف اخبارن ۽ رسالن جي مواد کي بہ حصو بڻايو ويو.

## 2) 1947ع کان 1970ع وارو دؤر

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ جن محققن سنڌي لوڪ ادب تي ڪم ڪيو اُنهن ۾ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، عبدالحسين شاهہ موسوي، محمّد ابراهيم عباسي، شفقت حسين شاهہ موسوي، نارايڻ ڀارتي، پرسوگدواڻي، مخدوم طالب المولي، محمّد عثمان ڏيپلائي، الهہ بچايو يار محمّد سمون، رائچند هريجن، ولي محمّد طاهرزادو، الهہ بخش نظاماڻي ۽ ڪجهہ ٻيا اهم آهن. انهن مان ڪن عالمن مضمون ۽ مقالا لکي مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ڪرايا تہ ڪن وري الڳ ڪتاب لکيا. سندن ڪتابن ۾ هيٺيان ڪتاب بہ شامل آهن:

1. سُڳنڌ – عبدالحُسين شاهہ موسوي ۽ محمّد ابراهيم عباسي – ڇپائيندڙ: شفقت حسين شاهہ موسوي 1950ع
2. گڏهہ – ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ 1952ع (ٻيو ڇاپو)
3. ٻيلاين جا ٻول – ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ – زيب ادبي مرڪز 1951ع

4. سنڌ جو سينگار – عبدالڪريم سنديلو – سنڌي ادبي بورڊ 1956ع
5. وِينجهار – عبدالڪريم سنديلو – ڇپائيندڙ: عبدالڪريم سنديلو – لاڙڪاڻو 1957ع
6. سُرهاڻ – عبدالحسين شاھ موسوي ۽ محمّد ابراهيم عباسي – ڇپائيندڙ: شفقت حسين شاھ موسوي 1958ع
7. بهترين ڳُجهارتون – اي ـ ايم بزمي – آر ايڇ احمد برادرس – حيدرآباد 1969ع
8. ڏهس نامون – عبدالڪريم سنديلو – اسلم منزل لاڙڪاڻو 1969ع

ڏٺو وڃي تہ پنجاھ ۽ سٺ واري ڏهاڪي ۾ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جو لوڪ ادب تي ڪم وڏيڪ ملي ٿو. بلوچ صاحب ۽ سنديلو صاحب لوڪ ادب جا ماهر ٿي سامهون اچن ٿا. ان سان گڏ ٻئي تعليمي ماهر بہ آهن. ٻنهي جون خدمتون واکاڻ لائق آهن.

1950ع کان پوءِ سنڌي لوڪ ادب کي سهيڙڻ جي اُڻ تُڻ وڌي وڃي ٿي ڇاڪاڻ تہ صدين کان سينن ۾ سانديل ادب جي ضايع ٿيڻ جو خطرو محسوس ٿئي ٿو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سنڌي سماج ۾ آيل تبديليءَ، پنهنجيءَ ٻوليءَ ۽ ادب جي سِڪ ۾ واڌارو ڪري ڇڏيو. سُڄاڻن پنهنجن علمي ادبي ادارن کي سگهارو ڪرڻ شروع ڪيو. سنڌي ادبي بورڊ خاص ڪري لوڪ ادب کي هٿي وٺرائڻ لاءِ مرڪزي ڪردار ادا ڪيو. سنڌي ادبي بورڊ جي رسالي مهراڻ ئک ڪردار ادا ڪيو. ٻين موضوعن سان گڏ لوڪ ادب تي مضمون، مقالا ۽ سُگهڙن جي شاعري ڇپجڻ لڳي. ان سُجاڳيءَ وسيلي ئي عالمن کي لوڪ ادب رٽا شروع ڪرڻ جو خيال ۽ ماحول ٺاهڻ جو موقعو مليو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 1955ع ۾ لوڪ ادب رٽا پيش ڪئي.

جيڪا 1956ع ۾ منظور ٿي. ان جو سربراهه بہ بلوچ صاحب کي مقرر ڪيو ويو. ادبي بورڊ جي رٿا هيٺ 58 – 1957ع ۾ مواد گڏ ڪيو ويو ۽ 1959ع کان ڇپائيءَ جو ڪم شروع ٿيو. اِهو ڪم 1965ع تائين جاري رهڻ کان پوءِ بند ٿي ويو ۽ ٻيهر مخدوم طالب المولىٰ جي دلچسپيءَ سان 25هين اپريل 1968ع کان شروع ڪيو ويو. مخدوم صاحب ان وقت بورڊ جو چيئرمين هو.

بلوچ صاحب لکي ٿو "جون 1968ع کان ڪم شروع ڪيو ويو پر ٽئن مهينن بعد وري بورڊ طرفان ڪم بند ڪرڻ جو اطلاع مليو. وري 18هين جون 1969ع تي بورڊ لوڪ ادب تجويز کي عمل ۾ آڻڻ جو فيصلو ڪيو ۽ جناب مخدوم صاحب جن کان خط پهتو تہ دوباره ڪم شروع ڪيو وڃي." (ڳجهارتون — ص : ج)

بورڊ طرفان ان رٿا هيٺ سهيڙيل مواد کي سوڌي سنواري شايع ڪرڻ جو ڪم 1991ع تائين جاري رهيو. گڏ ڪيل گهڻو ٿڪو مواد ڇپجي چڪو آهي. ڪن ڪتابن کي ٻيهر بہ ڇاپيو ويو آهي. ٽيتاليهہ (43) ضخيم ڪتاب ڇپجڻ جي باوجود اڃان بہ ڪيترو ئي مواد سهيڙ ۽ ترتيب جو مُنتظر آهي. ان مواد ۾ گڏ ڪيل پهاڪا نمايان آهن. تنهن کان سواءِ ڪجهہ صِنفون سهيڙڻ کان رهجي بہ ويون آهن جن ۾ رسالو ڳجهارت، گُرچيلو / ڳاٽوءَ جا بيت، پهاڪا شاعري، ويهس، ٽيهس، چاليهس ۽ لوڪ ڪردار شامل آهن. اِنهن صنفن جي سهيڙ جو ڪم مون ذاتي حيثيت ۾ شروع ڪري ڇڏيو آهي.

سنڌي ادبي بورڊ جي لوڪ ادب رٿا هيٺ جيڪي ڪتاب شايع ٿي چُڪا آهن، اُنهن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو. انهن ڪتابن جو مُک سهيڙيندڙ سنواريندڙ مهاڳ ۽ مقدمي لکندڙ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ آهي. جڏهن تہ ٻانهن ٻيلين ۾ شيخ محمّد اسماعيل، ولي محمّد طاهرزادو، ممتاز مرزا، معمور يوسفاڻي، ٻيڙو فقير ڪُنيار، محمّد بچل، محمّد يوسف شيخ، محمد حسين ڪاشف، غلام محمّد ميمڻ وغيرهہ شامل آهن.

لوڪ ادب رتا هيٺ شايع ڪيل ڪتابن جي لسٽ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪئي آهي، جيڪا هيٺ ڏجي ٿي. واضح رهي ته ڪتابن جي ڇپائي 1959ع کان شروع ٿي ۽ 1991ع تي ختم ٿي. ان کان پوءِ ڪيترن ئي ڪتابن جا ٻيا ٽيا ڇاپا به آندا ويا آهن. ڪي ڪتاب هڪ جُلد يا ڀاڱي کان به وڌيڪ آهن:

1. مداحون ۽ مناجاتون
2. مناقبا
3. معجزا
4. مولود
5. ٿيهه اکريون (ڀاڱو پهريون)
6. ٿيهه اکريون (ڀاڱو ٻيو)
7. هفتا، ڏينهن، راتيون ۽ مهينا
8. جنگناما
9. واقعاتي بيت
10. مناظرا
11. سنڌي سينگار شاعري
12. پروليون، ڏِنون، معمائون ۽ ٻول
13. ڳجهارتون (ڀاڱو پهريون ۽ ٻيو)
14. ڏور
15. ڳيچ
16. لوڪ گيت
17. بيت
18. نڙ جا بيت (سانوڻ ۽ سندس ساٿيارِي)
19. ڪافيون (جُلد پهريون)
20. ڪافيون (جلد ٻيو)

21. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون – 1
22. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون – 2
23. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون – 3
24. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون ـ 4
25. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون ـ 5
26. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون ـ 6
27. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون – 7
28. دودو چنيسر (جلد پهريون)
29. دودو چنيسر (جلد ٻيو)
30. مشهور سنڌي قصا – 1
31. سنڌ جا عشقيا داستان – 1
32. سنڌ جا عشقيا داستان – 2
33. سهڻي ميهار ۽ نوري ڄام تماچي
34. مشهور سنڌي قصا – عشقيا داستان – 3 (ليلان چنيسر)
35. مشهور سنڌي قصا – عشقيا داستان – 4 (سسئي پنهون)
36. مشهور سنڌي قصا – عشقيا داستان – 5 (مومل راڻو)
37. ٻاهريان قصا ۽ عشقيا داستان
38. مشهور سنڌي قصا ۽ عشقيا داستان (ڍول مارو)
39. مورڙو ۽ مانگر مڇ
40. عمر مارئي
41. مشهور سنڌي قصا – عشقيا داستان – 6 (سورٺ راءِ ڏياچ ۽ هير رانجهو)
42. رسمون رواج ۽ سونڻ ساٺ
43. هُنر

## (03) 1970ع کان 2013ع وارو دؤر

هن دور جي شروعات 1970ع کان ڪرڻ جو سبب پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ 1970ع ۾ پهريون ڪتاب "لاڙين جون لاتيون" (مرتب: عنايت الله زنگيجو) جو شايع ٿيڻ ۽ ولي محمد طاهرزادي جي ڪتاب "سنڌ جو ثقافتي ورثو" جو مسودو سنڌي ادبي بورڊ کي پيش ڪرڻ آهي.

سنڌي لوڪ ادب تي سنڌي ادبي بورڊ پاران تمام وڏي پئماني تي لوڪ ادب رٿا شروع ڪرڻ کان سواءِ به ڪن محققن پنهنجو ڪم جاري رکيو. سٺ ۽ ستر واري ڏهاڪي کان لوڪ ادب تي عام تحقيق سان گڏ تعليمي تحقيق به شروع ٿي. خاص ڪري سنڌ يونيورسٽيءَ اِها تحقيق شروع ڪرائي. هند ۽ سنڌ جي يونيورسٽين ۾ لوڪ ادب جي مختلف تحقيق ڪندڙن ۾ الهه بخش نظاماڻي، ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي، ڊاڪٽر غلام قادر سومرو، قاضي خادم، ڊاڪٽر عزيزالرحمان ٻگهيو ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو ڊاڪٽر جينو لالواڻي، ڊاڪٽر ڪشني قلواڻي، ڊاڪٽر روي پرڪاش، ڊاڪٽر علي اڪبر اسير قريشي، ڊاڪٽر عنايت لغاري، ڊاڪٽر ڪمال جامڙو ۽ ڊاڪٽر رُخمان گُل پالاري شامل آهن.

انهن مان ڪن سِڌو سنئون لوڪ ادب تي تحقيق ڪري ڊگري حاصل ڪئي ته ڪن وري پنهنجي مقالي ۾ لوڪ ادب جو حصو به ڏنو. مثال طور ڊاڪٽر غلام علي الانا جي پي ايچ – ڊي مقالي جو موضوع لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ، ڊاڪٽر عزيزالرحمان ٻگهيي جو موضوع "سنڌي ثقافت جي ارتقا ۽ تاريخ" ڊاڪٽر غلام قادر سومري جو موضوع "سنڌي ادب ۾ طنز ۽ مزاح" آهي.

اسان هتي اُن اڪيڊمڪ ريسرچ جو تفصيل پيش ڪنداسين، جيڪا سڌي سنئين لوڪ ادب تي آهي. ان کان پوءِ لوڪ ادب تي ٿيل عام تحقيق، سهيڙ ۽ اشاعت جو ذڪر ڪيو ويندو.

## سنڌي لوڪ ادب تي ٿيل پي ايڇ – ڊيون

سنڌي لوڪ ادب جي مختلف موضوعن تي هيل تائين هند ۽ سنڌ ۾ 10 پي ايڇ – ڊي مقالا لکجي چُڪا آهن. يونيورسٽين ۾ لوڪ ادب تي تحقيق جي شروعات سنڌ يونيورسٽيءَ کان ٿي. اِن حوالي سان الله بخش نظاماڻيءَ 1964ع ۾ ايم–اي سنڌيءَ لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ هڪ مونوگراف لکيو جيڪو 1971ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ "سنڌي لوڪ ادب جي ارتقائي تاريخ" نالي سان شايع ڪيو جنهن ۾ لوڪ ادب جي مختلف صنفن بابت بُنيادي ڄاڻ ڏنل آهي.

هيٺ جن عالمن لوڪ ادب ۾ پي ايڇ – ڊي ڪئي، اُنهن جو ذڪر ڪجي ٿو:

1) **ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو:** ڊاڪٽر صاحب پهريون عالم هو جنهن سنڌي لوڪ ادب تي 1973ع ۾ پي ايڇ ڊي ڪئي. سندس موضوع هو "لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو"، جڏهن تہ سندس نگران علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي هو. اهو مقالوانسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ 1976ع ۾ ڇپرايو. ان مقالي ۾ سنڌي لوڪ ادب جي جملي صنفن جو تفصيلي تعارف ۽ تحقيقي جائزو ورتو ويو آهي. ان سان گڏ اهڙو مواد بہ ڏنو ويو آهي، جيڪو ڪيس تحقيق دوران مختلف ماڳن تان مليو. ڊاڪٽر صاحب ان کان سواءِ لوڪ ادب تي ٻيا ڪتاب بہ لکيا جن ۾ وِينجهار، سينگار، ڏهس نامون ۽ پهاڪن جي ڀاڱ اهم حيثيت رکن ٿا. حقيقت ۾ ڊاڪٽر صاحب لوڪ ادب جو وڏو ڄاڻو هو پر ڪانئس اوترو ڪم نہ ورتو ويو.

2) **ڊاڪٽر نارايڻ ڀارتي:** ڊاڪٽر صاحب لوڪ ادب بابت تعليمي تحقيق جي حوالي سان سنڌي لوڪ ادب ۾ اهم جاءِ والاري ٿو. هن 1977ع ۾ ممبئي يونيورسٽيءَ مان "سنڌي لوڪ گيتن ۾ سماجڪ پسمنظر" جي موضوع تي پي ايڇ – ڊي ڪئي، جيڪا هندستان ۾ٿي 1991ع ۾ شايع ٿي.

ڊاڪٽر ڀارتيءَ 1952ع کان سنڌي لوڪ ادب تي ڪم شروع

ڪيو. هُن اِن سلسلي ۾ ٻيا ڪتاب بہ لکيا. جن ۾ هو جمالو مينديءَ رتا هٿڙا. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون ۽ سنڌي لوڪ ساهت شامل آهن. هُو لکي ٿو "سال 1952ع ۾ جڏهن هند ڪاليج ۾ وديارٿي هيس لائبريريءَ ۾ هنديءَ ۾ 'آج ڪل' ماهوار رسالو ايندو هو جنهن ۾ ديوندر ستيارٿيءَ جا پارٽ جي جُدا جُدا ٻولين ۾ لوڪ گيتن بابت ليک ايندا هئا. جن جي پڙهڻ سان من ۾ سوچڻ لڳس تہ ان قسم جا گيت تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ آهن. جهڙوڪ: لاڏا, لوليون, اوراڻا, ڪافيون, شبد وغيرهہ. اهڙن گيتن ڪي ئي تہ ديوندر ستيارٿي لوڪ گيت نالو ڏنو هو. من ۾ وِيچار آيو تہ ڇو ڪين اهڙن لوڪ گيتن کي لوڪن جي آڏو آڻجي؟ مون سنڌيءَ جا ڪجهہ اهڙا گيت "سنڌي لوڪ گيت" نالي هيٺ هفتيوار هند واسيءَ ۾ ڏنا جي چڱا پسند پيا." (سنڌي لوڪ ساهت – سنڌي ادبي بورڊ)

3) **قاضي خادم**: سنڌي ادب جي دنيا ۾ قاضي خادم جي نالي سان ڄاتل سُڃاتل شخصيت جو اصل نالو خادم حسين قريشي آهي. هُن مختلف موضوعن تي ڪتاب لکيا آهن. جڏهن تہ سندس پي ايچ – ڊي مقالي جو موضوع آهي "سنڌ جي نثري داستانن جو تنقيدي جائزو." لوڪ ادب ۾ نثري صنفن جي حوالي سان اِها اجا تائين واحد پي ايچ – ڊي آهي. ڊاڪٽر صاحب اِهو مقالو علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي نگرانيءَ ۾ لکيو ۽ کيس 1989ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ پي ايچ – ڊي ڊگري عطا ڪئي.

4) **ڊاڪٽر ڄيٺو لالواڻي**: ڊاڪٽر صاحب بمبئي يونيورسٽيءَ مان "ٻني جا سنڌي لوڪ گيت" جي موضوع تي پي ايچ – ڊي ڪئي آهي. هُو لکي ٿو تہ" ٻني جنهن کي ٻنئي جي نالي سان بہ سڏيو ويندو آهي. اُهو ڪڇ جي اُتر ۾ ايشيا جو وڏي ۾ وڏو چراگاهہ وارو علائقو آهي. جاگرافيءَ ۾ هن کي چراگاهہ وارو ميدان سڏبو آهي.... هيءُ علائقو نڪنرڻا, ڀُڄ ۽ انجار تعلقي جي اُتر ۾ 2166 چورس ڪلوميٽرن تي پکڙيل آهي جنهن ۾ 40 ڳوٺ اچي وڃن ٿا. ڪنهن زماني ۾ سنڌو ندي هتان وهندي هئي. هاڻي ان جو دارومدار برساتي پاڻيءَ تي آهي. (سنڌوءَ جا گيت – ص: 353) ڊاڪٽر ڄيٺي

پنهنجي اِن مقالي ۾ هُني مان هٿ آيل سموري ڪلام کي شامل ڪيو آهي.

5) **ڊاڪٽر علي اڪبر اسير قريشي**: ڊاڪٽر صاحب ڊاڪٽر محمّد قاسم ٻُگهئي جي نگرانيءَ ۾ 2004ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي مان سنڌي لوڪ ادب جي ٻن وڏن ماهرن ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي لوڪ ادب بابت ڪيل ڪم جو تقابلي جائزو پيش ڪري ڊگري حاصل ڪئي. ڊاڪٽر صاحب هڪ شاعر هجڻ سان گڏ هڪ محقق بہ آهي. لوڪ ادب جي مختلف موضوعن تي مضمون ۽ مقالا پڻ لکندو رهي ٿو.

6) **ڊاڪٽر ڪشني ڦلواڻي**: ڊاڪٽر صاحبا لوڪ گيت ۽ سهرا وغيره ڳائيندڙ لنگهن يا منگڻهارن تي تحقيق ڪئي آهي. سندس مقالي جو موضوع "راجستان ۾ سنڌي لوڪ ڳائڻا – راڳيندڙ" آهي. ڊاڪٽر ڪشنيءَ کي ان تحقيق تي 2004ع ۾ پي ايڇ – ڊي ڊگري ڏني وئي.

7) **ڊاڪٽر عنايت حُسين لغاري**: لغاري صاحب جو تعلق ميرپور خاص سان آهي. هن وقت وفاقي اُردو يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ پڙهائي رهيو آهي. هُن 2004ع ۾ ڊاڪٽر نواز علي شوق جي نگرانيءَ ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان پي ايڇ – ڊي ڪئي. سندس موضوع هو "ٿر جي لوڪ ادب جو تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو".

8) **ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو**: مون 2006ع ۾ ڊاڪٽر فهميده حسين جي نگرانيءَ ۾ مقالو لکي پي ايڇ – ڊي ڊگري ماڻي، جنهن جو موضوع هو "سنڌي لوڪ گيتن جو تحقيقي جائزو". سنڌ ۾ لوڪ گيتن تي اِها پهرين پي ايڇ – ڊي آهي. اِهو مقالو "سنڌوءَ جا گيت" نالي سان سنڌ جي ثقافت کاتي 2008ع ۾ شايع ڪرايو جنهن کي سنڌي ادبي سنگت سنڌ سال 2008ع جي بهترين تحقيقي ڪتاب جو ايوارڊ ڏنو. منهنجا لوڪ ادب تي ڇهہ ٻيا ڪتاب ۽ مختلف مقالا پڻ شايع ٿي چُڪا آهن. ڪتابن ۾ هڪ "سنڌي لوڪ ادب: مضمون ۽ مقالا"، ٻيو "ڪڇهريءَ جا مور"، ٽيون "سنڌي ثقافت

جا امر آواز“ چوٿون ”لوڪ رنگ لقمان جا پنجون رسالو ڳجهارت“، ڇهون ”پاڪستاني زبانون ڪا لوڪ ادب شامل آهن. اِنهن ڪان سواءِ لوڪ ادب جي مختلف صِنفن جي سهيڙ ۽ تحقيق جو ڪم جاري آهي.

9) **ڊاڪٽر روي پرڪاش ٽيڪچنداڻي:** ڊاڪٽر روي پرڪاش ڀاڪن تي ڪم ڪيو آهي. سندس موضوع آهي ”سنڌي ڀاڪا: لِسانياتي ۽ سماجي ثقافتي اڀياس“. ڊاڪٽر صاحب جو اهو ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري شايع ڪرايو آهي. جنهن ڪي هِن لِپيءَ ۾ ڦُلو مل مينگهواڙ آندو آهي.

10) **ڊاڪٽر مُحمد گل پالاري:** سُگهڙن واري ڏِک ڏيندڙ پالاري صاحب ڪوهستان ۽ لسٻيلي جي لوڪ ادب ڪان چڱيءَ ريت واقف آهي. 2011ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان جنهن موضوع تي پي ايچ – ڊي ڪئي آٿائين، سو آهي ”شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ لوڪ ادب“. سندس اِن موضوع تي ڪن محققن جي ذهن ۾ مختلف سُوال پڻ آهن. جيڪي اُميد ته مقالي جي ڇپجڻ ڪان پوءِ حل ٿي ويندا.

**سنڌي لوڪ ادب جا ڪُجھ ٻيا محقق**

هڪڙن عالمن سنڌي لوڪ ادب تي پي ايچ – ڊي ڪئي جن جو ذڪر پهريان ٿي چُڪو آهي. جن عالمن سنڌي لوڪ ادب تي عام تحقيق ڪئي اُنهن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

1) **ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ:** ڊاڪٽر صاحب گهڻ پاسائين شخصيت هو. هُن لوڪ ادب تي 45 ڪان وڌيڪ ڪتاب ترتيب ڏنا ۽ شاندار مقدما لکيا. لوڪ ادب اسڪيم ڪان سواءِ به هُن لوڪ ادب تي تحقيق ڪئي. سندس اهڙن ڪتابن ۾ رهاڻ هيرن جي ڪاڻ ۽ سپ رنگ شامل آهن. بلوچ صاحب جي ڪتابن جو ذڪر مقالي ۾ پهريان ٿي چڪو آهي.

2) **ڊاڪٽر مُرلي ڌر جيٽلي:** جيٽلي صاحب لِسانيات جو ماهر آهي. هُن سنڌي ٻوليءَ جي مختلف موضوعن تي لکيو آهي. لوڪ ادب ۾ خاص ڪري هُن پهاڪن تي تحقيق ڪئي آهي. پهاڪن ۽ لوڪ ڪهاڻين تي سندس ٺيل ڪم جو تفصيل مقالي ۾ شامل آهي.

3) **ڊاڪٽر شمس الدين عُرساڻي:** عرساڻي صاحب لوڪ ادب ۾ پهاڪن تي ڪم ڪيو آهي. سندس ڪتاب "سنڌي ورجيسي ٻولي" اهميت وارو آهي.

4) **ولي محمّد طاهرزادو:** هيءُ هڪ داستان گو هو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب سان لوڪ ادب رٿا ۾ گڏ ٻه هو. هُن جا مختلف موضوعن تي ٻيا ڪتاب ٻه آهن پر 600 کان وڌيڪ صفحن تي ٻڌل سندس ڪتاب "سنڌ جو لوڪ ثقافتي ورثو" لوڪ ادب ۾ اهم جاءِ والاري ٿو. اِهو ڪتاب پي ايڇ — ڊي مقالي برابر آهي. هُن اِن ڪتاب جو مُسودو 1970ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ حوالي ڪيو پر خبر ناهي ڪهڙن سببن جي ڪري اهو ڪتاب 37 سالن کان پوءِ سندس وفات (31هين مئي 2006ع) کان پوءِ 2007ع ۾ شايع ڪيو ويو. ان ڪتاب جي بنياد ۾ مجتا ۾ ئي مون پنهنجي مقالي ۾ لوڪ ادب جي هڪ دؤر جو مُدو 1970ع کان 2013ع مقرر ڪيو. اهو ڪم ته گهڻو اڳ شروع ڪيو ويو هو. 17 بابن تي ٻڌل اِن ڪتاب جا مُک موضوع ريتون، رسمون، ڏِڻ، لوڪ ناچ، لوڪ گيت، ڳيچ، ڳُهه ڳَنا، پرم، وهم، عقيدا، هُنر، وندر وِرُونهن، پوکون، وڻ ٽِڻ، جانور، پورهيا، مال متاع وغيره آهن. اِن ڪتاب جي سوڌ سنوار عبدالحفيظ قريشيءَ ڪئي آهي.

ولي محمّد طاهرزادي سنڌ جي ڏاهي لوڪ ڪردار وتائي فقير تي ٻه ڪتاب لکيو. وتائي فقير جي ٽوٽڪن ۽ احوالن بابت هڪ ڪتاب عبدالقادر منگيءَ پڻ سهيڙيو. منگي صاحب ٽر بابت لکيل مقالن جي ڪتاب کي پڻ ترتيب ڏنو.

5) **محمّد سومار شيخ:** شيخ صاحب خاص ڪري لاڙجي لوڪ ادب ۾

ثقافت تي تحقيق ڪئي آهي. هُن 1954ع کان لکڻ شروع ڪيو جيڪو عمر جي آخري حصي تائين جاري رکيائين. 24هين آڪٽوبر 1986ع تي لاڏاڻو ڪري ويو. سندس لکڻيون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ 1954ع کان ئي ڇپبيون هيون پر ڪتابي صورت ۾ ستر کان پوءِ پڌريون ٿيون. هُن لوڪ شاعرن ۾ خاص طور تي لاڙ ۽ ڪڇ جي شاعرن کي مرڪز بڻايو. سندس هيٺين ڪتابن ۾ لوڪ ادب تي تحقيق سرس نظر اچي ٿي.

1. بدين ضلعي جي ثقافتي تاريخ
2. ڪڇين جا قول
3. ڪڇ جا شاعر اولياءَ
4. ڪڇ جا ڪي سنڌي شاعر
5. ڪڇ جو رڻ

هُن سنڌي لوڪ گيتن جي پهرين شاعرِ مِرکان شيخڻ تي تحقيق ڪري سندس زندگيءَ جو احوال ۽ سندس ڪجهه ڳايل لوڪ گيت ڪتاب "ڪلام مِرکان شيخڻ" ۾ آندا آهن.

6) **ڊاڪٽر در محمّد پٺاڻ:** ڊاڪٽر صاحب سنڌي ادب جي مختلف موضوعن تي تحقيق ڪئي آهي. هُن علم ادب کي ساندڻ لاءِ "گل حيات انسٽيٽيوٽ" پڻ ٺاهيو. سندس پي ايڇ — ڊي مقالي جو عنوان ڪراچيءَ جو سنڌي ادب ۾ حصو آهي. ان ۾ بہ هُن سگهڙن کي جاءِ ڏني آهي پر هُن مختلف اخبارن ۾ خاص ڪري سگهڙن جي جيڪا پذيرائي ۽ همت افزائي ڪئي آهي سا مثالي آهي. هن سگهڙن جي تنظيم سازيءَ ۾ بہ ڪردار ادا ڪيو آهي. هُن مختلف سگهڙن جا ڪتاب سهيڙي منظر عام تي پڻ آندا آهن. سگهڙن جي ڪتابن جو نالو اهڙيءَ ريت رکڻ جي روايت پڻ هن وڌي، جهڙيءَ ريت ڪتاب جي نالي سان گڏ سگهڙ جو نالو پڻ اچي. جيئن: موتي مور ملوڪ جا. ملوڪ نالو آهي هڪ نامياري سگهڙ محمّد ملوڪ عباسيءَ جو. پٺاڻ صاحب اِهو ڪتاب ترتيب ڏنو. ان کان سواءِ هُن ٻيا ڪتاب پڻ

ترتيب ڏنا جن ۾ سگهڙ محمد لقمان کوکر جو ڪتاب "لاتيون سڻ لقمان جون" بہ شامل آهي.

7) **معمور يوسفاڻي**: نثر ۽ نظم ۾ 15 کان وڌيڪ ڪتابن جي ليکڪ معمور يوسفاڻيءَ لوڪ ادب رٽا ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو هٿ پڻ ونڊايو. هُن لوڪ ادب جي مختلف صنفن تي طبع آزمائي بہ ڪئي. ٿر جي تاريخ، لوڪ ادب ۽ ٻين موضوعن تي هُن تمام گهڻو لکيو آهي. لطيفيات بہ سندس موضوع رهيو آهي. سندس ڪتاب ٿر جو مطالعو ۽ مُهراڻي جا مور ۾ لوڪ ادب ۽ سُگهڙن جو خاص ذڪر ڪيو ويو آهي. ڪتاب مهراڻي جا مور ضلعي حڪومت عمر ڪوٽ پاران سال 2010ع ۾ ڇپرايو ويو آهي.

8) **شيخ محمد اسماعيل**: شيخ صاحب لوڪ ادب رٽا ۾ تمام گهڻو ڪم ڪيو. ان رٽا هيٺ شايع ڪيل لڳ ڀڳ سمورن ڪتابن ۾ سندس نالو ٻانهن ٻيليءَ طور شامل ڪيل آهي. اهڙيءَ ريت ممتاز مرزا، امداد حسينيءَ ۽ ٻين ڪيترن جا نالا مددگار طور شامل آهن.

9) **اُستاد محمّد ملوڪ عباسي**: اُستاد محمّد ملوڪ عباسي سنڌي لوڪ ادب ۾ هڪ تحريڪ جو نالو هو. ڪيس هن دؤر جي سگهڙن جو سرتاج سڏيو ويندو آهي. هُن تنظيم سازيءَ وسيلي سنڌ جي سمورن سگهڙن کي گڏ ڪيو. ستر واري ڏهاڪي ۾ هُن سنڌ سگهڙ سنگت نالي تنظيم شروع ڪئي. ان تنظيم وسيلي هُن سگهڙن کي ريڊيي، ٽي ويءَ ۽ سرڪاري تقريبن تائين پهچائڻ سان گڏ سگهڙن جا ڪتاب پڻ شايع ڪرايا. سندس ڪتابن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن:

1. موتي مور ملوڪ جا
2. موتين مُٺ ملوڪ جي
3. ماڻڪ موتي ملوڪ جا
4. مُنهن مٺانهان جن جا
5. گلشن ڏور

6. موتين مالها ملوڪ جي (ڇپائيءَ هيٺ)

10) **اُستاد عبدالرحمان مهيسر:** اُستاد عبدالرحمان مهيسر شروع ۾ اُستاد محمّد ملوڪ عباسيءَ سان گڏ هو. هي ٻئي همراهه ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ڏاڍو ويجها هئا. اڳتي هلي مهيسر صاحب سگهڙن جي الڳ تنظيم ٺاهي جنهن جو نالو رکيائين سنڌ سگهڙ ادبي ڀلائي تنظيم. ان تنظيم جي پليٽ فارم تان هُن سگهڙن ۽ سگهڙائپ جي فن جي تمام گهڻي خدمت ڪئي. مختلف سگهڙن جا ڪتاب پڻ شايع ڪرايائين. هتي سندس لکيل ڪجهه ڪتابن جا نالا ڏجن ٿا.

1. مهيسر جي مام
2. مهيسر جي موج
3. مهيسر جي مُرڪ
4. مهيسر جي مستي
5. ضلعي خيرپور جا حال حيات سُگهڙ

11) **عبدالله ورياهه:** ورياهه صاحب به لوڪ ادب جي محققن ۾ شامل آهي. هُن ڀهريون ڀيرو سُگهڙن جي ڊائريڪٽري ٺاهي، جيڪا سنڌي ادبي بورڊ 1991ع ۾ شايع ڪرائي. ان ڊائريڪٽريءَ ۾ سنڌ جي ڏهن ضلعن جي سُگهڙن جو مختصر تعارف تصوير سميت ۽ ڪلام جو نمونو ڏنو ويو آهي.

1991ع ۾ ئي سنڌي ادبي بورڊ ٽماهي رسالي مهراڻ جو لوڪ ادب نمبر تيار ڪيو. جيڪو 1992ع ۾ شايع ٿيو. ان خاص نمبر جو ايڊيٽر مرزا ڪاظم رضا بيگ ۽ سرپرستِ اعليٰ مخدوم محمّد زمان طالب المولیٰ هو.

12) **آغا نور محمّد پٺاڻ:** آغا صاحب پاڪستان اڪيڊمي ادبيات سنڌ جو ريزيڊنٽ ڊائريڪٽر هو. هُو سگهڙن جي سرپرستي ڪندو رهندو آهي. سگهڙن جي ڪجهه تنظيمن جو سرپرست پڻ آهي. هُن سگهڙن تي تحقيق ڪري هڪ ڊائريڪٽري پڻ ترتيب ڏياري، جيڪا سنڌ سُجاڻ سُگهڙ ڊائريڪٽريءَ جي نالي سان سنڌ سجاڻ سگهڙ لوڪ ادب تنظيم طرفان

2005ع ۾ شايع ٿي. آغا صاحب کي اِن ڪم لاءِ سگهڙ محمّد منل جهتيال، ممتاز سنياسيءَ ۽ عاجز رحمت الله لاشاريءَ جي وڏي مدد حاصل رهي.

13) **ڊاڪٽر بدر اُڄڻ:** ڊاڪٽر بدرالدين اُڄڻ سنڌي ادب ۾ تنقيدنگاريءَ تي تحقيق ڪري پي ايچ – ڊيءَ جي ڊگري حاصل ڪئي آهي. ان سان گڏ هُن لوڪ ادب تي تحقيق پڻ ڪئي آهي. لوڪ ادب ۾ خاص ڪري هُن انگريزيءَ ۾ هڪ ڊڪشنري ٺاهي، جنهن جو نالو آهي:

Biographical Dictionary of Folk literature and Folk lorists

اِها ڊڪشنري سنڌ ريڊرس فورم ۽ نئين سنڌ اڪيڊميءَ پاران 2005ع ۾ شايع ڪئي وئي.

14) **عاجز رحمت الله لاشاري:** هن دؤر جي نوجوان سگهڙن ۾ عاجز رحمت الله لاشاري تمام ٿوري وقت ۾ تمام گهڻو ڪم ڪيو آهي. هُو هڪ ته پاڻ پلوڙ سُگهڙ آهي، ٻيو سگهڙن کي گڏ ڪرڻ، لوڪ ادب تي تحقيق ڪرڻ ۾ وڌائڻ ۾ ڏاڍو اڳيرو آهي. هُو سگهڙن جي تنظيم سنڌ سگهڙ سنگت لوڪ ادب تنظيم (سلات) جو مرڪزي صدر آهي. ان تنظيم پاران هڪ اخبار سُگهڙ سماچار ڪڍندو آهي. مختلف سگهڙن جو ڪلام گڏ ڪري ڇپرائيندو به آهي. ان کان سواءِ سگهڙائپ جي فن تي پڻ سندس هيٺيان ڪتاب پڻ ڇپجي چُڪا آهن:

1. رنگ رحمت الله جا
2. مولود ۽ مداحون
3. رمزون رحمت الله جون
4. رحمت جا خزانا

15) **انجنيئر عبدالوهاب سهتو:** سهتي صاحب خاص طور تي پهاڪن تي ڪم ڪيو آهي. سنڌ جي موجوده محققن ۾ هُن پهاڪن تي وڏيڪ ڪم ڪيو آهي. سندس لکيل ڪتابن جو تفصيل مقالي ۾ موجود آهي.

16) **ڀارو امراڻي:** ٿر جو هيءُ نوجوان ٿر جي لوڪ ادب خاص ڪري لوڪ گيتن بابت مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ لکندو رهندو آهي. سندس هڪ ڪتابڙو 'گيت سانوڻ – من ڀانوڻ جا'. نينهن پبليڪيشن مٺيءَ پاران سال 2004ع ۾ شايع ٿيو. ان ڪتاب ۾ ٿر ۽ گجرات جا سانوڻيءَ مند ۾ ڳائجندڙ لوڪ گيت ۽ دوها سنڌي ترجمي ۽ پسمنظر سميت ڏنا ويا آهن.

1970ع کان پوءِ لوڪ ادب کي سهيڙڻ ۾ حسين بخش رڏ، محمّد ايوب واھوچي، محمّد امين سنياسيءَ ۽ ٻين سگهڙن پڻ ڪم ڪيو آهي. جن محققن سنڌي ادب جي تاريخ لکي آهي، اُنهن بہ لوڪ ادب کي نہ وساريو آهي. تاريخ لکندڙن ۾ ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، ڊاڪٽر غلام علي الانا، ميمڻ عبدالغفور سنڌي، بدر ڌامراهو، اڪبر لغاري، مختيار ملاح، طارق عزيز شيخ ۽ ٻيا شامل آهن.

لوڪ ادب جي مختلف صنفن تي نہ رڳو تحقيق ڪئي وئي آهي پر ان تي طبع آزمائي بہ جاري آهي. ان حوالي سان اسان هتي ڀاڪن، لوڪ ڪهاڻين ۽ سگهڙن جي شاعريءَ تي ٻڌل 1970ع کان پوءِ شايع ٿيل ڪتابن جو مختصر جائزو پيش ڪنداسين:

**ڀاڪا**

ڀاڪن کي سهيڙڻ جي ڪم جي ابتدا تہ ديوان ڪوڙي مل 1889ع کان ڪئي. ان کان پوءِ جن عالمن ڪم ڪيو آهي، اُنهن ۾ ڪيول رام سلامت راءِ آڏواڻي، مرزا قليچ بيگ، پيرومل مهرچند آڏواڻي، غلام اصغر، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو، ڊاڪٽر مرلي ڌر جيٽلي، ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي، الله بخش ٽالپر، نورالدين سرڪي، انجنيئر عبدالوهاب سهتو ۽ ٻيا شامل آهن.

1970ع کان 2013ع تائين سنڌي ڀاڪن کي نروار ڪرڻ ۽ اُنهن تي تحقيق ڪرڻ ۾ محترم مرلي ڌر جيٽلي ۽ انجنيئر عبدالوهاب سهتي جو ڪم سڀني کان وڌيڪ آهي. هتي ڀاڪن جي شايع ٿيل ڪجهہ ڪتابن ۽

محققن جا نالا ڏجن ٿا.

1. اصطلاحن جي اصليت - ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو. 1977ع
2. پهاڪن جي پاڙ - ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو. 1989ع
3. پهاڪن جي پاپوهه - تيرٿ داس پيسو مل هاٿيراماڻي - ممبئي 1973ع
4. ڏُرن جي ڊبلي (پهاڪا ۽ چوڻيون - 2 ڀاڱا) سترام داس جڙيا سنگهاڻي - احمدآباد 1982ع
5. ماڻڪ ۽ موتي (ورجيسون ۽ محاورا - 2 ڀاڱا) سترام داس جُڙيا سنگهاڻي - احمدآباد - 1982ع
6. پارتيا ڪهاوت ڪوش- 3 ڀاڱا، مرلي ڌر جيٽلي، مرتب: وشوناٿ نروئي (ٻارهن سئو ڪن سنڌي پهاڪا هندي ۽ انگريزي ترجمي سان گڏ) 1980ع - 1985ع
7. سنڌي پهاڪا ۽ محاورا - هڪ اڀياس - مرلي ڌر جيٽلي - ڪشناڻي ٽرسٽ، پوني - 1993ع
8. سنڌي پهاڪا ۽ محاورا ڪوش - سنتداس پنهون مل ڪشناڻي - ايڊيٽر: مرلي ڌر جيٽلي - پي وي ڪشناڻي ٽرسٽ پوني 1993ع
9. سنڌي ورجيسي ٻولي - ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي
10. پهاڪن جي سوغات - مورو مل چيتن داس ڏانڊا - جئه پور 2000ع
11. اُترادي پهاڪا ۽ چوڻيون - انجنيئر عبدالوهاب سهتو
12. موزون آکاڻين وسيلي جُڙيل پهاڪا ۽ چوڻيون - انجنيئر عبدالوهاب سهتو
13. ننڍڙي روپ وارا، چوڻيون، پهاڪا ۽ ورجيسون (پسمنظر ۽ ڪارج) انجنيئر عبدالوهاب سهتو
14. پهاڪا - ڪلام جا ڏيئا - نورالدين سرڪي - نئين سنڌ

اڪيڊمي ڪراچي (ان ۾ شاهه صاحب جي رسالي مان چونڊيل
اُهي سون ورنيون سِٽون شامل ڪيون ويون آهن جيڪي پهاڪي
يا چوڻيءَ طور ڪم اچن ٿيون.)

## لوڪ ڪهاڻيون

سنڌي لوڪ ڪهاڻين ۽ نيم تاريخي داستانن جي سهيڙ جو ڪم به انگريزن جي زماني ۾ 1849ع کان شروع ٿيو. سنڌي ادبي بورڊ جي لوڪ ادب رٿا ۾ انهن جا ست ڪتاب شايع ڪيا ويا. جن به عالمن شاهه صاحب جو رسالو ترتيب ڏنو اُنهن هر سُر جي مُنڍ يا رسالي جي مهاڳ ۾ نيم تاريخي داستانن تي به قلم کنيو. لوڪ ڪهاڻين کي چئن قسمن ۾ ورهايو ويو آهي 1. ڏند ڪٿائيون 2. ديون ۽ پرين جون ڪهاڻيون 3. روايتي يا نيم تاريخي يا عشقي قصن واريون ڪهاڻيون 4. جانورن ۽ پکين جون آکاڻيون.

سنڌي لوڪ ڪهاڻين کي سڀ کان اڳ ۾ يورپي عالم ڪيپٽن جارج اسٽيڪ 1849ع ۾ پنهنجي انگريزيءَ ۾ لکيل "سنڌي گرامر" جي آخر ۾ شايع ڪيو. جيڪي ديوناگري لِپيءَ ۾ لکيل ۽ انگريزي ترجمي سميت ڏنيون ويون. جارج اسٽيڪ جي انهن ڪهاڻين تي ٻڌل ڪتاب ڪي مرلي ڌر جيٽلي صاحب عام سنڌيءَ ۾ آندو. "اوائلي شايع ٿيل سنڌي لوڪ ڪهاڻيون" نالي سان اهو ڪتاب مرلي ڌر جيٽلي صاحب پنهنجي علمي تجزيي سان 1986ع ۾ ميدان تي آندو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا. لوڪ ادب رٿا وارن ڪتابن کان سواءِ لوڪ ادب بابت ٻيا ڪتاب به آهن. جن مان هڪ آخوند عبدالرحيم وفا عباسيءَ جو ڪتاب "هر گُنيو" به شامل آهي. آخوند صاحب ان ڪتاب ۾ ڪاڇي، ڪوهستان ۽ لسٻيلي جي سُگهڙن جو ڪلام ڏنو آهي. اِهو ڪتاب 1875ع ۾ ڇپيو. ان ۾ مختلف قصا منظوم انداز ۾ ڏنا ويا آهن. ڊاڪٽر بلوچ صاحب ان ڪتاب کي سوڌي سنواري 1993ع ۾ سنڌي ٻوليءَ

جي بااختيار اداري پاران ٻيهر شايع ڪرايو. بلوچ صاحب مقدمي ۾ لکي ٿو "ڪتاب هر ڳُڻيي جي مهاڳ ۾ آخوند صاحب سورهن عنوان ڄاڻايا پر بعد ۾ هنن عنوانن واري مواد جي پويان چار قصا پڻ شامل ڪيائين يعني قصو سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جو. قصو سسئي ۽ پنهونءَ جو. قصو جمجمعا جو ۽ قصو ڳُوا ۽ ٻليءَ جو. انهن مان قصو سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جو پوءِ جُدا ڪيائين ۽ اهو جُدا ڇپيو. ان جو يارهون ڇاپو سن 1928ع ۾ شايع ٿيو جنهن تان ان کي اُتاري لوڪ ادب سلسلي جي ڪتاب نمبر 34 "مشهور سنڌي قصا، ٻاهريان قصا ۽ عشقيا داستان" ۾ شامل ڪيو ويو. جيڪو سنڌي ادبي بورڊ طرفان سن 1963ع ۾ ڇپيو." (هر ڳُڻيو– ص – 13)

ڪتاب "سنڌي لوڪ آکاڻيون" سي اي ڪنڪيڊ نالي انگريز جي ڪتاب Forty four year A Public Servant جي هڪ حصي جو ترجمو آهي، جيڪو خانم خديجا دائودپوٽي ڪيو ۽ سنڌي ادبي بورڊ 2007ع ۾ شايع ڪرايو. ڪتاب ۾ سسئي پنهون، مومل راڻو هير رانجهو ۽ سهڻي ميهار قصا ڏنا ويا آهن. ڪنڪيڊ انگريز دؤر ۾ سنڌ ۾ مختلف عهدن تي رهي مختلف شهرن ۾ نوڪري ڪندو رهيو. هو سنڌ جو جوڊيشل ڪمشنر پڻ رهيو. 1891ع ۾ ڪيس جڏهن سنڌ ڪمشنر ڪيمپ ڪراچيءَ موڪليو ويو تہ هتي ڪيس لوئر ڊپارٽمينٽل اسٽينڊرڊ جو امتحان پاس ڪرڻو پيو. جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جو امتحان بہ شامل هو. سنڌيءَ ۾ ٻہ ڀيرا ناڪام ٿيو ۽ نيٺ ٽئين ڀيري پاس ٿيو. 1933ع ۾ پنهنجي نوڪريءَ جا 44 سال پورا ڪيائين ۽ سڄو احوال پنهنجي ڪتاب ۾ لکيائين.

لوڪ ڪهاڻين جي ٻين ڪتابن ۾ هيٺيان ڪتاب بہ اچي وڃن ٿا:

1. ٽر جون چونڊ لوڪ ڪهاڻيون – محمّد عثمان اديب
2. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون – نارايڻ ڀارتي
3. روح رهاڻ – ڊاڪٽر هوتچند مُولچند گُربخشاڻي

لوڪ ادب رٿا هيٺ شايع ڪيل سنڌي لوڪ ڪهاڻين جي سٽن

ڪتابن ۾ 312 لوڪ ڪهاڻيون ڏنل آهن. انهن ڪهاڻين کي ٻيهر پڻ ڇاپيو ويو آهي، جنهن جو مثال فضل الرحمان ميمڻ جو سهيڙيل ڪتاب "چونڊ سنڌي ڪهاڻيون" به آهي جيڪو اصل ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي مختلف ڪتابن تان ورتل ڪهاڻين تي ٻڌل آهي. اِهو ڪتاب سنڌيڪا اڪيڊميءَ 2001ع ۾ ڇپرايو. اهڙيءَ ريت محمّد صالح کهڙي به "چونڊ سنڌي ڪهاڻيون" ترتيب ڏنيون آهن.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي لوڪ ادب رتا وارن ڪتابن کان سواءِ رهاڻ هيرن ڪاڻ ۽ سپ رنگ به شامل آهن. انهن ڪتابن جا تازا ڇاپا سنڌ جي ثقافت کاتي سنڌ ادبي بورڊ ۽ ٻين ادارن شايع ڪرايا. سپ رنگ ۾ لوڪ ادب جي مختلف صنفن جو تعارف ۽ چونڊ ڏني وئي آهي.

رهاڻ هيرن ڪاڻ بلوچ صاحب جي هڪ قسم جي آتم ڪهاڻي آهي، جيڪا هُن 1950ع کان 2000ع تائين لکي. رهاڻ هيرن ڪاڻ مختلف ادارن پاران ڏهن ڀاڱن ۾ شايع ڪئي وئي. انهن ڏهن جُلدن کي ٻن ڀاڱن ۾ رهاڻ هيرن ڪاڻ - ڀاڱو پهريون ۽ ٻيو" ثقافت کاتي ڇپيو آهي پر سپ کان وڏو حصو لوڪ ادب، ٻهراڙيءَ جي زندگي، وڻن ٽِڻن، جانورن، مختلف شخصيتن، عقيدن ۽ لوڪ ڏاهپ بابت کوجنائي انداز ۾ لکيل آهي.

## سُگهڙن جا ڪتاب

سگهڙن جي شاعريءَ جي ڪتابن جي اشاعت انگريز دؤر کان شروع ٿي چُڪي هُئي. ان حوالي سان پهريون ڪتاب نور محمّد جو ڏهه سُرو آهي جيڪو مُنشي پوڪرداس شڪاربور 1892ع ۾ شايع ڪرايو.

گهڻن سگهڙن جي گڏيل ڪلام وارو ڪتاب "هرگنيو" 1875ع ۾ شايع ٿيو، جنهن جو ذڪر پهريان ٿي چڪو آهي. شاعر مقيم جي "مجموعه مولود" جو ٽيون ڇاپو 1882ع ۾ شايع ٿيو.

اهو سلسلو جاري رهيو. گهڻي ڀاڱي مختلف سُگهڙن جو ڪلام گڏي هڪ ٿي

ڪتاب ۾ شايع ڪيو ويندو هو. 1970ع کان هڪ ٻئي سُگهڙ جي ڪلام تي ٻڌل ڪتاب شايع ڪرائڻ جو لاڙو وڌڻ لڳو. ان سلسلي جو ڪتاب "ڪليات حُسين ديدڙ" سنڌي ادبي بورڊ 1971ع ۾ شايع ڪرايو جيڪو ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي ترتيب ڏنو.

1970ع ۾ ڪتاب "لاڙين جون لاتيون" ڇپيو جو عنايت الله زنگيجي ترتيب ڏنو.

1970ع کان 2013ع تائين مختلف سُگهڙن جا 100 کن ڪتاب شايع ٿي چُڪا آهن. جيڪي گهڻي ڀاڱي هنن پاڻ شايع ڪرايا آهن. انهن ڪتابن ۾ جيڪي صِنفون شامل آهن اُهي هي آهن. 1. حمد ۽ ثنا جا بيت 2. منقبت 3. معجزو 4. مهل موقعي جا بيت 5. گُرچيلي / ڳاٽوءَ جا بيت 6. ڳجهارت 7. پرولي 8. رسالو ڳجهارت 9. مناظرو 10. ٽيهه اکري 11. ذاتين، شهرن، انسانن، جانورن ۽ پکين جا نالا 12. ڪانگل جا بيت 13. واقعاتي بيت 14. مناجات 15. مناقبو 16. مولود 17. ڪافي 18. سَمَنهِن 19. ڏِٺ پرولي 20. هُنر 21. سينگار 22. ڏور بيت 23. ڏهس، ويهس، ٽيهس، چاليهس 24. ست سُريون 25. پهاڪا 26. ٽيهه اکري 27. نڙ بيت 28. هفتا، ڏينهن، راتيون، مهينا 29. لوڪ گيت وغيره

2013ع تائين سگهڙن جي ڇپيل ڪتابن جي لسٽ هيٺ ڏجي ٿي.

1. موتي مور ملوڪ جا – اُستاد محمّد ملوڪ عباسي
2. موتين مُٺ ملوڪ جي – اُستاد محمّد ملوڪ عباسي
3. ماڻڪ موتي ملوڪ جا – اُستاد محمّد ملوڪ عباسي
4. مُنهن مٿانهان جن جا – اُستاد محمّد ملوڪ عباسي
5. گلشن ڏور – اُستاد محمّد ملوڪ عباسي
6. مهيسر جي مام – اُستاد عبدالرحمان مهيسر
7. مهيسر جي موج -- اُستاد عبدالرحمان مهيسر

8. مهيسر جي مُرڪ – اُستاد عبدالرحمان مهيسر
9. سومر جي سوچ (محمد سومر) – مرتب: عبدالرحمان مهيسر
10. مهيسر جي مستي – فقير عبدالرحمان مهيسر
11. ڊاڪٽر بلوچ سان قرب ڀريون ڪچهريون – فقير عبدالرحمان مهيسر
12. ذات جا ڏيئا – فقير عبدالرحمان مهيسر
13. فقير ميان داد طارق جون روايتون – مرتب: فقير عبدالرحمان مهيسر
14. حال حيات ضلعي خيرپور جا سُگهڙ – اُستاد عبدالرحمان مهيسر
15. لاتيون سُڻ لُقمان جون – محمّد لقمان کوکر
16. لعل ڪٽا لقمان جا – محمّد لقمان کوکر
17. لوچون ڏس لقمان جون – محمّد لقمان کوکر
18. سُگهڙ ڪچهري – ڪلام: فقير هدايت علي رڏ
19. سچ ۽ سونهن وريام جي ورونهن – وريام فقير شيخ
20. ديس وسي ديدار اسان جو – ديدار علي سيال
21. وَڳڻ جا وِيچار – حاجي علي نواز وڳڻ
22. گفتا گل محمّد جا – گل محمّد غازي
23. رهاڻ رحمت الله جي – رحمت الله عباسي
24. حرف هيرن جهڙا – حسين بخش رڏ
25. سلسليوار سُگهڙ سماچار – عاجز رحمت الله لاشاري
26. سنڌ سُڄاڻ سُگهڙ ڊائريڪٽري – عاجز رحمت الله لاشاري
27. رنگ رحمت الله جا – عاجز رحمت الله لاشاري
28. مولود ۽ مداحون – عاجز رحمت الله لاشاري
29. رمزون رحمت الله جون – عاجز رحمت الله لاشاري

30. رحمت جا خزانا – عاجز رحمت الله لاشاري
31. ڳُنيءَ جو ڳن – ڏُلو فقير پٽي
32. سُگهڙن جي ڊائريڪٽري – عبدالله ورياه
33. مهراڻ لوڪ ادب نمبر
34. محبت جا موتي – فقير علي گوهر قريشي
35. محبت جي منزل – فقير علي گوهر قريشي
36. مٽيءَ جي خوشبوءِ – محمّد ايوب جوٽيجو
37. صدين جي سوغات – نظير احمد ميمڻ
38. پنهنجي شاعري پنهنجو رنگ – محبوب علي ڏيپر
39. ڪچهري (اخبار) ـ ايڊيٽر: ٻيڙو فقير ڪُنڀار
40. منل ماڳ وسن – محمّد منل جهتيال
41. فيصلا انصاف جا – ديدار علي سيال
42. قائم جو ڪلام – قائم الدين سهتو
43. لفظ لعل ڏني جا – لعل ڏنو شر
44. ڪنهن کي ڏجي دانهن – فقير ديدار علي سيال
45. ڪل جڳ رهندا ڪاپڙي – فقير ديدار علي سيال
46. ٻاجهارا ٻول – سگهڙ قاسم ڪلِوڙ
47. جنهن جو عشق الله سان – سگهڙ قاسم ڪلوڙ
48. قاسم جا قول – سُگهڙ قاسم ڪلوڙ
49. سونهن وطن جي – سگهڙ قاسم ڪلوڙ
50. سنسار جا سينگار – سگهڙ قاسم ڪلوڙ
51. ڏاهپ ڀريا ڏس – سگهڙ قاسم ڪلوڙ
52. سولي ڪر ستار – سگهڙ قاسم ڪلوڙ
53. وريام فقير جو ڪلام – وريام فقير شيخ
54. سنگ سچ ۽ سونهن جو – وريام فقير شيخ

55. قائم جو ڪلام – قائم الدين سهتو
56. عشق جي اصلي ڳالهه نه ڪر – گل محمّد غازي
57. ڏکن جا ڏوهيڙا – گل محمّد غازي
58. ذات جا ڏيئا – ڪريم بخش وسطڙو
59. سوچون شاهه مُراد جون – شاهه مراد شر
60. پنجل جو پيغام – سُگهڙ محمّد پنجل شيخ
61. لالڻ جي لوچ – سگهڙ لعل ڏنو لالڻ شر
62. سُهڻا سخن سومر جا – محمّد سومر چنو
63. منا ٻول محبوب جا – محبوب علي ڏيپر
64. گفتا گدا حُسين جا – گدا حسين سهتو
65. سُگهڙ سالڪ – اُستاد محمّد صادق ٿهيم جوگن
66. ڪنڌياري جا ڦربدار – حاجن سولنگي ۽ آچر سولنگي
67. چڪر مال جو – محمّد جمن پٽي
68. گوهر غلام محمّد جا – سگهڙ غلام محمّد ميمڻ
69. ربن جو راز – سگهڙ ربن ڪُنير
70. اُچارن جو ٻڪ – گل حسن گل ملڪ
71. توکي منهنجو سلام سائين – ڏاڏو ڏتل ابڙو
72. اکيون اوسيئڙا – سگهڙ بدر ڪيهر
73. بهار جي ٻُوند – بهار علي بهار ٻُرڙو
74. چمڪيو چوڏس چنڊ جيئن – سگهڙ زاهد مهيسر
75. منل ماڳ وسن – محمّد منل جهتيال
76. آهون احمد حُسين جون – مرتب: عاجز رحمت الله لاشاري
77. سونهاري جي سونهن – مرتب: حسين بخش رڏ
78. ريگستاني رهاڻيون – مرتب: حسين بخش رڏ
79. سرجيس تان سُور – محمّد خان مڱڻهار

80. مُرڪن جون مُڪڙيون – بحرالدين شنباڻي

81. ماڻڪ موتي مير جا – مير فقير چنو

ڪتابن جي فهرست ٺاهڻ ۾ عاجز رحمت الله لاشاريءَ ۽ خليل الرحمان مهيسر تمام گهڻي مدد ڪئي. اجان بہ ڪي ڪتاب رهجي ويا هوندا. اُميد تہ اِن سلسلي ۾ دوست مدد ڪندا تہ جيئن ايندڙ ڪنهن ڪتاب ۾ اُنهن جو بہ تعارف ڏئي سگهجي.

لوڪ ادب تي ٿيل تحقيق جو تجزيو هڪ ڏکو موضوع آهي. تنهن ڪري هن هڪ ننڍڙي مقالي ۾ پڪ سان اِن موضوع سان انصاف نہ ٿي سگهيو هوندو تنهن ڪري وڌيڪ ان موضوع تي ڪو نوجوان پي ايڇ – ڊي ڪري صحيح انصاف ڪري سگهي ٿو. ان ڪم ڪرڻ سان نہ رڳو لوڪ ادب تي ٿيل ڪم سامهون ايندو پر وڌيڪ ڪم ڪرڻ لاءِ رهنمائي بہ ملي پوندي.

لوڪ ادب جي واڌ ويجهہ لاءِ دنيا ۾ مختلف ادارا ڪم ڪن ٿا پر اسان وٽ بدقسمتيءَ سان اهڙو ڪو بہ الڳ ادارو ناهي. سنڌي ادبي بورڊ رٿا شروع ڪري وري ختم ڪري ڇڏي. ختم ڪرڻ جو جواز اِهو ڄاڻايو ويو تہ هاڻي لوڪ ادب تي وڌيڪ ڪم ڪرڻ جي ضرورت ناهي تنهن ڪري گذارش آهي تہ Folklore Institute کوليو وڃي.

هڪ ٻي گذارش تہ سنڌي ادبي بورڊ جي لوڪ ادب رٿا وسيلي ميڙيل مواد مڪمل طور شايع نہ ٿي سگهيو آهي. مهرباني ڪري رهيل مواد ڪنهن ماهر حوالي ڪري ڇپائيءَ جو بندوبست ڪيو وڃي. چيو وڃي ٿو تہ رڳو پهاڪن جون چار ڀوريون يا تہ بلوچ صاحب جي پونيرن وٽ آهن يا وري سنڌي ادبي بورڊ وٽ. اِنهن جي حالت هينئر ڪهڙي آهي سا تہ خبر ناهي پر اِن سلسلي ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي نالي تي ٺهيل ادارو "ڊاڪٽر اين. اي بلوچ ريسرچ انسٽيٽيوٽ فار هيريٽيج ۽ انڊومينٽ فنڊ ٽرسٽ اڳتي اچن. بلوچ صاحب جي نالي تي ٺهيل اداري جو رُخ لوڪ ادب ڏانهن موڙيو وڃي.

مددي ڪتاب

1. لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو – ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو – انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي
2. هر گُنيو – مؤلف: آخوند عبدالرحيم وفا عباسي – مقدمو – ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ – سنڌي ادبي بورڊ 1993ع
3. رهاڻ هيرن ڪاڻ (ڀاڳو ڀهريون ۽ ٻيو) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ – ثقافت کاتو – سنڌ حڪومت 2012ع
4. مُهراڻي جا مور – معمور يوسفاڻي – ضلعي حڪومت عمر ڪوٽ 2010ع
5. ڀهاڪا – ڪلام جا ڏيئا – نورالدين سرڪي – نئين سنڌ اڪيڊمي 2006ع
6. سنڌوءَ جا گيت – ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو – ثقافت کاتو سنڌ 2008ع
7. سنڌي لوڪ ادب: مضمون ۽ مقالا – ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو – ثقافت کاتو سنڌ حڪومت 2013ع
8. ڪچھريءَ جا مور – ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو – ثقافت کاتو سنڌ حڪومت 2013ع
9. سنڌ جو لوڪ ثقافتي ورثو – ولي محمّد طاهرزادو – سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 2007ع
10. ڪچين جا قول – محمّد سومار شيخ – سنڌي ادبي بورڊ 1977ع
11. سنڌي لوڪ ساهت – ڊاڪٽر نارايڻ ڀارتي – سنڌي ادبي بورڊ
12. ڳجھارتون – ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ – سنڌي ادبي بورڊ
13. چونڊ سنڌي لوڪ ڪهاڻيون – سهيڙيندڙ: فضل الرحمان ميمڻ – سنڌيڪا اڪيڊمي 2001ع
14. موزون آکاڻين ذريعي جُڙيل ڀهاڪا ۽ چوڻيون – انجنيئر عبدالوهاب

سهتو – سنڌي ساهت گهر 2004ع
15. اُترادي پهاڪا ۽ چوڻيون – انجنيئر عبدالوهاب سهتو 2006ع
16. لوڪ ادب سلسلي جي چاليهن ڪتابن جي فهرست – سنڌي ادبي بورڊ 1991ع
17. سنڌي ورجيسي ٻولي – پروفيسر ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي – روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 1997ع
18. مقالو: گذريل پنجاهه سالن ۾ گجرات ۾ سنڌي لوڪ ادب جو جائزو ليکڪ: ويڙهو رفيق، ايڊيٽر: تاج جويو، سنڌي ٻولي تحقيقي جرنل، سنڌي ٻولي اٿارٽي، حيدرآباد سنڌ، جلد پنجون، شمارو چوٿون، آڪٽوبر ـ ڊسمبر 2012ع.

# ڪڇي / ميمڻي لوڪ ادب

سنڌي ٻولي دنيا جي شاهوڪار ۽ قديم ٻولين ۾ ڳڻي وڃي ٿي. شاهوڪار ٻولين جي مختلف خاصيتن مان اها ٻه هڪ وڏي خوبي ليکي ويندي آهي تہ اُن ڪي مختلف لهجا ٿيندا آهن. لهجن ۾ نہ رڳو ڳالهائڻ جو انداز مختلف هوندو آهي پر انهن ۾ لکڻ، اُچارڻ، مذڪر، مؤنث ۽ واحد جمع ۾ ڪجهہ فرق ۽ لفظن جي گهاٽي واڌي ۽ معنيٰ مفهوم ۾ بہ ٿورڙو فرق ملندو. عربي ۽ فارسي، انگريزي ۽ اردو ٻولين جي مختلف لهجن ڪي ڏسندا سين تہ اسان ڪي اهڙا ڪيترائي مثال ملندا. ساڳي ريت سنڌيءَ ۾ بہ آهي.

سنڌيءَ جي مختلف لهجن، جهڙوڪ: اترادي، وچولي، لاڙي، ڪوهستاني، ٿري ۽ ڪڇي وغيره ۾ اسان ڪي ان قسم جا اڪيچار مثال ملندا. ڪجهہ مثال هتي ڏجن ٿا: لاڙي لهجي ۾ ڀڳهار لفظ مذڪر ۽ اتراڏيءَ ۾ مؤنث آهي. اتر ۾ متيرو ۽ لاڙ ۾ ساڳيءَ شئي کي چُڀڙ چون. اهڙيءَ ريت ڪوهستاني اترادي ۽ لاڙي لهجي جي ڳالهائڻ کي ڍار بہ مختلف آهي. ساهتي (وچولي) لهجي جو وري ٻيو انداز آهي. مطلب تہ اهي سموريون ڳالهيون سنڌي ٻوليءَ جي سُونهن وڌائين ٿيون.

**سنڌي ٻوليءَ** ۾ ڪڇي، ميمڻي ۽ ڪاٺياواڙي لهجو بہ ان قسم جي ڪيترين ئي خوبين سان ٽمٽار آهي. ان لهجي ڳالهائڻ وارن جي گهڻائي ڪراچي، ٺٽي ۽ بدين ضلعن ۾ رهي ٿي. هي اُهي ماڻهون آهن. جيڪي سنڌ ۾ رهندا هئا ۽ پوءِ هتان لڏي ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ پهتا. اُتان وري هتي واپس آيا. واپسيءَ ۾ اُتان جا ڪيترائي لفظ ۽ هڪ نئين سُڃاڻپ کڻي آيا. ڪڇي

لهجو سنڌيءَ ٻوليءَ جي قديم لهجن منجهان هڪ آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو ته: "ڪڇ جو ملڪ سنڌ ۽ ڪاٺياواڙ گجرات جي وچ وارو ڦڙدو هو. تاريخي دور کان اڳ جڏهن سنڌوءَ جي اُپرندين شاخ " ڪوري جي نار " ۾ چوڙ ڪندي هئي، تڏهن " مئن جي دڙي" واري قديم سنڌي تهذيب گجرات تائين پهتي، جنهن جا آثار اُتي " لوٿل" مان مليا آهن. تاريخ جي روشنيءَ ۾ انين صدي عيسويءَ کان وٺي سنڌ ۽ ڪڇ هڪ ساڳيءَ اسلامي تهذيب جا مرڪز بڻيا ۽ پڻ ڪڇ جا تجارتي، سياسي ۽ سماجي ناتا سنڌ سان پڪا پختا ٿيا. سومرن جي دور ۾ سنڌ جي قومن، خاص طرح سنڌ جي سمن قبيلن ڪڇ کي وسايو ۽ پوءِ سمن جي دور تائين سنڌي ٻولي سڄي ڪڇ جي مقامي ٻولي بڻي ۽ اتي جي مقامي ماحول ۾ سنڌي ٻوليءَ جو " **ڪڇي محاورو**" هڪ نئين صورت ۾ نروار ٿيو." سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ _ (ص 281)

هن وقت ڪڇي لهجي کي سنڌي ٻوليءَ جي رسم الخط کانسواءِ اردو، گجراتي ۽ رومن رسم الخط ۾ لکيو پيو وڃي، بلڪ هن وقت رومن رسم الخط تي وڌيڪ ڌيان ڏنو پيو وڃي. هن لهجي تي ڪيترن ئي عالمن ڪم ڪيو آهي. لڳ ڀڳ اُهي سڀئي ان راءِ جا آهن ته هي لهجا ڪا الڳ ٻولي ناهن. هتي انهن لڄهن تي ڪم ڪندڙن ۽ لکندڙن مختلف عالمن جا رايا ڏجن ٿا :

يحيٰ هاشم باواني ميمڻيءَ تي ڪم ڪندڙن ۾ وڏي حيثيت رکي ٿو. پاڻ 27هين اپريل 1940ع تي جيٽ پور، هندستان ۾ ڄائو ۽ 12 آڪٽومبر 2007ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪري ويو. هو صوفي خيال جو ماڻهون هو. نقشبندي سلسلي جي بزرگ حافظ احمد بروهي (باقراڻي ضلعي لاڙڪاڻي) جو مريد هو. هن ميمڻن جي تاريخ، ادب سماجيت ۽ صحافت تي وڏو ڪم ڪيو. سندس لکڻيون گهڻي ڀاڱي گجراتيءَ، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ آهن. سندس ڏهن کان وڌيڪ ڪتاب لکيل آهن، جن مان ڪن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا :

1 : شعب الايمان امام بيهقي (گجراتي)
2: تحريڪ آزادي اور ميمن برادري ( ترجمو : ڪتري عصمت علي پٽيل )
3 : ميمن بولي اور ادب
4: ميمني لوڪ ادب.
5: پاڪستان ڪا عوامي ادب
7 : عَالمي ميمن انسائيڪلوپيڊيا.

يحيٰ صاحب ميمڻ برادريءَ بابت لکي ٿو تہ " ميمڻ برادري پنهنجو قابل فخر ۽ منفرد معاشرو رکي ٿي. ان جي سماج جا منفرد طور طريقا آهن ۽ ان جي واڌاري لاءِ ميمڻي انتهائي مٺي زبان آهي. ڪنهن زماني ۾ ان جي پنهنجي رسم الخط هوندي هئي. گريئرسن Linguistic Survey of India جارج برٽن اسٽيڪ Grammar of Sindhi Language, لسانيات جي ماهر سراج الحق ميمڻ 1970ع ۾ سنڌي بولي ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا "سنڌي صورتخطي" ۾ ان جا نمونا بہ ڏنا آهن. ميمڻي زبان سنڌي زبان جي شاخ آهي." (ميمني لوڪ ادب ص 34) ڪڇي / ميمڻيءَ ۾ هر قسم جو ادب تخليق ٿئي ٿو لوڪ ادب جون مختلف صنفون هٿ ڪيون ويون آهن. هن وقت ايترو ڌيان نہ ٿو ڏنو وڃي. اهو ادب ميساربو پيو وڃي. ميمڻ برادريءَ جون مختلف سماجي تنظيمون ڪم تہ ڪن پيون پر اهو ڪم ايترو اثرائتو ناهي.

ڪڇي ميمڻي لهجي تي ڪم ڪندڙ محترمہ نرگس يعقوب ميمڻ، جيڪا ڪينيڊا ۾ رهي ٿي، ان جي راءِ هن ريت آهي: " نصرپوري ميمڻ عالمي سطح تي جيڪا ٻولي ڳالهائن ٿا، ان کي عام طور تي "ڪڇي" چيو وڃي ٿو پر هتي هڪ اُپار آهي، جيڪا اڄ اسان ڪڇي ٻولي ڳالهايون ٿا، اُها سنڌي، گجراتي، سرائيڪي، راجستاني، سواحلي ۽ انگريزي زبانن جو هڪ مرڪب آهي. اسان جي ابن ڏاڏن جي اصلي ٻولي سنڌي هئي." هوءَ

اڳتي لکي ٿي تہ "ڪڇي زبان کي پنهنجي رسم الخط آهي، جنهن کي "کوجڪي" چيو وڃي ٿو پر هاڻي اها رسم الخط استعمال ۾ ناهي."
(ميمڻ سماج ڪراچي، جنوري 2011ع، ص 14،15)

ڪڇ جي معنيٰ آهي بغل. هيءُ علائقو جاگرافيائي لحاظ کان سنڌ جي بغل ۾ هُجڻ ڪري ڪڇ سڏيو وڃي ٿو. هن وقت ڪڇ هندستان جي صوبي گجرات جو حصو آهي. اُتي ڪڇيءَ کانسواءِ گجراتي ۽ ٻيون زبانون بہ ڳالهايون وڃن ٿيون.

سنڌ ۾ ڪڇي ٻولي اهي ماڻهو ڳالهائن ٿا، جيڪي گجرات کان هتي ڀيهر لڏي آيا آهن ، انهن ۾ گجراتي ۽ ٻين ٻولين ڳالهائڻ وارا ماڻهو بہ شامل آهن. ڪڇيءَ ۽ ميمڻيءَ کي ٻوليءَ جا ماهر هڪ ئي ٻولي سمجهن ٿا. ڪراچيءَ ۾ ڪڇيءَ ۽ ميمڻيءَ تي تحقيق ڪتري عصمت علي پٽيل بہ ڪئي آهي. ان سلسلي ۾ هُن جي راءِ آهي تہ ڪڇي ۽ ميمڻي هڪ ئي ڳالهہ آهي. "ڪڇي زبان سنڌي زبان جو هڪ لهجو آهي ۽ خاص ڪري سنڌ جي لاڙ واري حصي ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ سان وابستا آهي. شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو ڪلام رياست ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ ۾ وڏي شوق سان پڙهيو ويندو آهي. سنڌي ڪافيون بہ ماڻهون منڙي آواز سان پڙهندا آهن. ڪڇي ۽ گجراتي برادريءَ وارا شاهہ صاحب سان نہ رڳو عقيدت رکن ٿا پر ان جو ڪلام بہ کين ياد آهي." پٽيل صاحب ڇهن کان وڌيڪ گجراتي ڪتابن جو اردو ترجمو ڪيو آهي، بہ تحقيقي ڪتاب لکيا اٿائين ۽ 13 کان وڌيڪ رسالا / مجلا ايڊٽ ڪيا اٿائين. سندس سمورو ڪم گجراتي ۽ ڪڇي ادب ۽ برادريءَ بابت آهي. اهو ئي سبب آهي تہ کيس "فخر کتريءَ" جو لقب ڏنو ويو آهي سندس راءِ وزندار آهي، ان راءِ کي وڌيڪ سگهاري ڪرڻ لاءِ جڳ مشهور عالم، اديب ۽ ڏاهي پروفيسر غلام علي الانا جي تحقيق مان ڪجهہ ٽڪرا ڏجن ٿا. جنهن ۾ هن مختلف عالمن جي راين وسيلي ثابت ڪيو آهي تہ ڪڇي سنڌي ٻوليءَ جو لهجو آهي.

"سرگريئرسن " ڪڇي ٻوليءَ کي سنڌي زبان جو لهجو قرار ڏنو آهي. هن جي راءِ موجب ڪڇي لهجي ۾ وچولي ۽ لاڙي لهجي جا ڪيترائي عنصر ملن ٿا. ڊاڪٽر سورلي پڻ 1931ع واريءَ آدمشماريءَ جي رپورٽ ۾ ڪڇي ٻوليءَ کي سنڌي زبان جو لهجو ڄاڻايو آهي. هن ڏس ۾ ڪا ڪو پيرو مل لکي ٿو:

" ڪڇ ملڪ اڀيٽ آهي . ٿن پاسن کان سمنڊ جون ڇوليون ڇلڪا ڏئي ان جا پٽ پٽيون پسائين. تنهن ڪري اهو "ڪڇ" يعني سمنڊ جي ڪناري وارو ملڪ سڏجي ٿو اتي جيڪا سنڌي ڳالهائڻ ۾ اچي ٿي، سا ڪڇڪي سڏجي ٿي."

جيتوڻيڪ ڪڇ رياست هن وقت هندستان جي صوبي گجرات جو هڪ ضلعو آهي پر لساني حدبنديءَ واريون ليڪون سياسي حدون لتاڙي سنڌي زبان جي لساني جاگرافيءَ واري سرحد ۾ ڪڇي ٻوليءَ کي پڻ شامل ڪري وٺن آهن. ڊاڪٽر لڇمڻ خوبچندائي لکي ٿو: " ڪڇ جو دورو ڪندي عام ماڻهن مان معلوم ٿيو ته هو پنهنجيءَ ٻوليءَ کي گجراتيءَ بجاءِ سنڌيءَ جي ويجهو سمجهن ٿا. ڪن ٻڌايو ته ڪڇي ٻولي سنڌيءَ ۽ پنجابيءَ جي ملاوٽ مان نهيل آهي."

ڊاڪٽر لڇمڻ وڌيڪ لکي ٿو ته " ڪڇي ته سنڌي ٻوليءَ جو ئي هڪ قسم آهي، ڪڇيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ فرق رڳو اهو آهي ته ڪڇيءَ ۾ گهڻا گجراتي لفظ اچي ويا آهن."

مسٽر خوبچندائيءَ پارت ۾ سنڌي ٻوليءَ جي مختلف نمونن جي سرشتي جو اڀياس ڪرڻ ۽ ان ڏس ۾ کوجنا ڪرڻ جي سلسلي ۾ ڪڇ جو دورو ڪيو هو. هن اتي ڪمين ڪاسبين، واپارين، ڪڇ جي مهاراءَ جي درباري عملي، سرڪاري عملدارن ۽ ڪن ڪڇي ودوانن سان پڻ ملاقاتون ڪيون ۽ انهن وٽان ڪڇي ٻوليءَ، ساهت، سڀيتا، اتهاس وغيره جي ڪافي معلومات حاصل ڪيائين. انهيءَ معلومات جي آڌار تي هن هڪ ليک لکيو

هو. جو روزاني هند واسي، ماهه ڊسمبر 1962ع جي ويهين تاريخ واري پرچي ۾ ڇپيل آهي.

مٿي ڏيکاريو ويو آهي تہ سياسي، سماجي، مذهبي، تجارتي ۽ واپاري ناتن ۽ رشتن جي ڪڇ واري ايراضي سنڌ جو هڪ حصو آهي. انهن سببن ۽ ناتن توڙي اقتصادي مسئلن جي ڪري هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو خواجا، ميمڻ لوهاڻا، ڀاٽيا ۽ سونارا وغيره ٺٽي، شاهبندر، سيوهڻ، جوڻ رڙي، بدين، علي بندر، ونگي، پٽڻ ۽ ٻين شهرن مان لڏي ڪڇ ۽ گجرات جي بندرن تي وڃي آباد ٿيا. جتي ڪين سوين سال گذرڻ جي باوجود هو پنهنجي مادري زبان قائم رکندا آيا آهن ۽ گهرن ۾ توڙي ٻاهر واپاري ڏي وٺ ۾ پنهنجي مادري زبان استعمال ڪندا آيا آهن اڄ بہ ڪڇ جا خواجا، ميمڻ، لوهاڻا، جاڙيجا ۽ ٻيون ذاتيون وڻج واپار ۽ گهرو استعمال ۾ ڪڇي ٻولي ڪتب آڻيندا آهن. خواجن، لوهاڻن ۽ ميمڻن وغيره جي ٻوليءَ جو روپ، رسمون ۽ رواج هڪ جهڙا آهن. انهن کي ڪڇ ۽ سنڌ سان لهہ وچڙ بابت ڪجهہ چٽي ڄاڻ آهي. انهن قومن جي ڳالهائڻ ۽ کاڌي پيتي وغيره ۾ ڪو خاص فرق ڪونهي. ميمڻ اڄ ڏينهن تائين جمڻ ۽ شاديءَ وغيره ۾ سنڌ جون هندڪيون رسمون نباهيندا آهن.” ( سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي _ ص 35 ۽ 37)

مٿي ڏنل عالمن جي راين مان ثابت ٿيو تہ ڪڇي سنڌي ٻوليءَ جو هڪ لهجو آهي. جڏهن ڪڇي لوڪ ادب تي تحقيق جي سلسلي ۾ ڪراچيءَ ۽ ٺٽي ضلعي جي ڪڇي لهجي ڳالهائڻ وارن ماڻهن سان رابطو ڪيو ويو تہ هُنن وڏي افسوس سان جواب ڏنو تہ : ”سائين ! هن وقت اسان وٽ بہ جديد زمانو اچي ويو آهي، تنهن ڪري اهي پراڻا لوڪ گيت ختم ٿي ويا آهن. شايد ڪنهن پوڙهيءَ کي راسوڙا ياد هُجن. ( راسوڙو شاديءَ جي سهرن ۽ لاڏن کي چون) چاڪاڻ تہ هن وقت اندبين ثقافت اسان جي گهرن ۾ بہ ڪاهي پئي آهي.“ (ناليواري سنڌيءَ ۽ اردو جي شاعر اقبال شاهين جا

ويچار جو اصل جاتيءَ ضلعي ٺٽي جو رهواسي آهي ۽ هن وقت لياريءَ ڪراچيءَ ۾ رهي ٿو).

سنڌ ۾ ڪڇ جي لوڪ ادب جي حوالي سان محمد سومار شيخ ڪتاب ڪڇين جا قول لکيو جيڪو سنڌي ادبي بورڊ 1977ع ۾ شآيع ڪرايو جنهن ۾ ڪڇ جي جاگرافيءَ، ٻوليءَ، ادب. شاعرن ۽ سگهڙن بابت لکيو ويو اهي. لوڪ شاعرن ۾ ياڳو يان، حاجي عمر ڪٽي، چڱو جت ۽ ٻيا شامل آهن.

ڪڇيءَ جي فنڪارن اسماعيل مير ۽ امينہ مير وٽان مشهور لوڪ گيت "مورتو ٿِلي راڻا" مليو آهي. جيڪو سنڌ جو مشهور لوڪ گيت آهي. هُوان لوڪ گيت کي گڏجي ڳائيندا آهن. ڏُن بہ ساڳي آهي پر ٻولن ۾ڪڇي لهجو سمايل آهي. اهو لوڪ گيت هيٺ ڏجي ٿو:

مور تو ٿِلي راڻا، مور تو ٿِلي راڻا،
تنهنجي ماڙيءَ جي ڪُلهي، تنهنجي ماما جي ڪُلهي

زبور گُهرايم، سو لي ڙي الهہ لڳ راڻا
راڻا تو مان راج ٿيندا، راڻا تو مان لک ٿيندا

نٿ گهڙا يم ، سو لي ڙي الهہ لڳ راڻا
راڻا تو مان راج ٿيندا، راڻا تو مان لک ٿيندا

وينيڍي گهڙا يم، سو لي ڙي الهہ لڳ راڻا
راڻا تو مان راج ٿيندا، راڻا تو مان لک ٿيندا

جهومر گهڙا يم، سو لي ڙي الهه لڳ راڻا
راڻا تو مان راڄ ٿيندا، راڻا تو مان لک ٿيندا

مور تو تلي راڻا، مور تو تِلي راڻا
تنهنجي چاچن جي ڳُلهي، تو جيءَ چاچيءَ جي ڳُلهي.

ڊاڪٽر غلام علي الانا پنهنجي ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافيءَ" ۾ محترم يحيٰ ياواڻيءَ جي حوالي سان لکيو آهي ته هُن لوڪ گيت هو جمالي کي ڪڇي لوڪ گيت ڪوٺيو آهي. الانا صاحب اڳتي لکي ٿو ته مسٽر يحيٰ ياوانيءَ طرفان اخبار وطن ۾ ڇپايل "هو جمالو" کي ڪڇي لوڪ گيت لکيو ويو آهي. هو لکي ٿو ته ، هي لوڪ گيت دَليراءِ ڪاراڻيءَ جي ترتيب ڏنل ڪتاب "ڪڇ نو لوڪ ساهتيه" مان صفحي 334 تان نقل ڪري ڏنو ويو آهي. "پنهنجي ريمارڪ ۾ مسٽر ياواڻي لکي ٿو ته "هو جمالو" لوڪ گيت ۾ سنڌين ڪڇ جي ماڻهن جي گهڻي واکاڻ ڪئي آهي. ( سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي ص:43 ) مسٽر ياواڻيءَ هو جمالي جا ٻول هن ريت ريڪارڊ ڪيا آهن.

| | | |
|---|---|---|
| هو جمالو ري ٻيلي! | هو | جمالو |
| جمالو جتن جو، | هو | جمالو |
| اسين ٻيلي ڪتياسين، | هو | جمالو |
| اسين ماڻهو ڪڇ جا، | هو | جمالو |
| اڇا چوڪا ڪير ۾، | هو | جمالو |
| رتا چوڪا ڇاءِ ۾، | هو | جمالو |
| ڪارا ڏونگر ڪڇ جا، | هو | جمالو |
| ڪارا ميگهه ملهار ٻيلي، | هو | جمالو |
| ڏورا ڏڻ ڏِڻار جا، | هو | جمالو |

ڏورا ڏاپر چير پيـــلي، هو جمالو
مٺا ماٺهو ڪــچ جـا. هو جمالو
مٺا مينهن ڪيـر ٻيـلي، هو جمالو

لوڪ گيت هو جمالي لاءِ مختلف روايتون آهن. جن ۾ ان ڪي سنڌ جي مختلف علائقن سان منسوب ڪيو ويو آهي. ان جي ٻولن جي بنياد تي جمالي نالي شخص جو لاڳاپو ظاهر ڪيو ويو آهي، ڪٿي ان لاءِ چيل آهي، جيڪو سکر واريءَ پُل تي. هو جمالو. وري ڪٿي ائين به آهي ته لڙي آيو لاڙ ڏانهن. هو جمالو.

بهرحال ان لوڪ گيت جو پسمنظر جمالي نالي هڪ همراهه آهي ۽ پڪ سان ان جو ڪو هڪ ڳوٺ هوندو. جڏهن ان واقعي کي لوڪ گيت جي شڪل ملي ته اُن تمام گهڻو سفر ڪيو ۽ مقبوليت ماڻي. انهيءَ جي ٻولن ۾ واڌارو ٿيو ۽ هر ڪنهن ان کي پنهنجو ڪيو. جتي به سنڌي ٻولي ڳالهائي وئي يا وڃي ٿي اتان جي لهجن جو ان تي اثر ٿيو. ( تفصيل لاءِ ليکڪ جو ڪتاب سنڌوءَ جا گيت )

ڊاڪٽر الانا صاحب لوڪ گيت ڪانسواءِ مسٽر پاواڻيءَ جي حوالي سان پٺاريءَ جي لوڪ گيت جي عنوان سان ٻيو هڪ ڪچي لوڪ گيت پڻ ڏنو آهي. جنهن جا ٻول آهن.

## پٺاڙيءَ جو لوڪ گيت

ڪدي پاڻي را ڪين ويچا ؟ پَـوَنَ تـو لڳـي
پَـون تـو لڳـي، اي نـجر (نـظر ) تي لڳـي
منهنجي ويٽي ويکا جي ............. پون تو لڳي
منهنجا ڦلڙا ڪرما جي ........نجر (نظر) تي لڳي
منهنجي ميڏي رنگا جا............ پون تو لڳي
رورنگا رجنا جي ..................نجر تي لڳي

منهنجي چيلهه لچڪا لچڪا جي ...... پون تو لڳي
منهنجي هيل ڪين ۾ پراجي ........ نجر تي لڳي.

ڪڇ جي شاعرن جي جوڙيل ڪلام جو موضوع ۽ مضمون لڳ ڀڳ ساڳيو سنڌ وارو آهي. يعني اخلاقي ۽ صوفياڻو ڪلام جنهن ۾ دُنيا کي فاني سمجهڻ، عبادت، ڪرڻ، چڱا ڪم ڪرڻ، هٺ وڏائي، لوڀ ۽ لالچ کان پرهيز ڪرڻ جهڙا مضمون بيان ڪيل آهن. ڪڇ جي شاعرن جون پسنديده صنفون ڪافي، بيت، دوها ۽ سورٺا آهن."

(سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي _ صفحو 44)

ميمڻي لوڪ ادب جي مطالعي کانپوءِ معلوم ٿئي ٿو ته ان ۾ اسانکي عام سنڌي شعر ۽ ادب وانگر مختلف صنفون ملن ٿيون. جن ۾ شاديءَ جا ڳيچ، لوليون، آکاڻيون، مختلف لوڪ گيت، پروليون ۽ چوڻيون وغيره شامل آهن.

هتي مثال لاءِ ڪجهه صنفن جو ذڪر ڪجي ٿو:

**چوڻيون:** اسان جي هر لهجي ۾ ماحول مطابق چوڻيون رائج آهن، چوڻيون صدين جي تجربن جو نچوڙ ۽ سمجهائڻ جو سولو طريقو آهن. ميمڻ ٻائر به ڪچهريءَ دوران چوڻين جو استعمال ڪندا آهن:

1 : عقل وڪاڻي ميڙي (ملي) تو مورک ڪير هوئي.
(عقل جيڪڏهن پئسن سان ملي ته ڪو به موڳو نه هجي)
2 : ايڪلو ماڙهو ڳُرو ڪري، منجي اُڪبڙي ني واڻ پري
(اڪيلو ماڻهون ڇا ڪري کٽ جو واڻ کولي يا ان کي واڻي)
3 : آلي جي بدلي مالو (ڇا سوچيو هو ڇا ٿي ويو غلط نتيجو نڪرڻ)

**پروليون :** سنڌي ٻوليءَ جي سڀني لهجن ۾ ڳجهارتون، پروليون ۽ ڏئون موجود آهن. ٻارڙا به هڪٻئي کي پروليون ڏيندا آهن. ڪيڏندي ڪيڏندي هڪٻئي کان سوال ڪندا آهن ۽ ان جو جواب ڏيندا آهن. سنڌ ۾ ميمڻن

جي گهٽي آبادي شهرن ۾ رهي ٿي اُتي اوطاقي ڪلچر تہ ناهي، هنن جي ڪميونٽيءَ جا مرڪز آهن. جتي هو هر سماجي سرگرمي جهڙوڪ : شادي مرادي ۽ ٻيون تقريبون ڪندا آهن. انهن تقريبن ۾ اوطاقن ۾ ٿيندڙ ڪچهريءَ وانگر ڪي ڳجهارتون تہ ڏيندا وٺندا ناهن پر ٻارڙا عام ڪچهرين ۾ ڪٿي ڪٿي هڪبئي کي پروليون ڏيندا آهن. هتي هڪ پرولي ڏجي ٿي:

آسمان ۾ نگار و وڏائي ڏيو.
جواب : اچو ڪائو مڇي ڍوڪڙا
پرو پيٽ جو تگارو
آسمان ۾ وڳنو نگارو

**ميمڻي لوڪ ڪهاڻيون / آکاڻيون** : لوڪ ڪهاڻين جو رواج سنڌ جي هر خطي ۽ هر لهجي ۾ موجود آهي. ڪهاڻيون عام ڪچهرين توڙي گهرن ۾ ٻڌايون وڃن ٿيون. ميمڻن جو نئون نسل خاص ڪري نوجوان عورتون تہ انهن ڪهاڻين کان تيزيءَ سان پري ٿينديون پيون وڃن. پر ڏاڏيون، نانيون ۽ ٻيون وڏڙيون مڙئي انهن روايتن کي زنده رکيون پيون اچن. هنن کي جڏهن وارو ملي ٿو تہ نئين نسل ۾ منتقل ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿيون. هتي هڪ ميمڻي آکاڻي ڏجي ٿي :

سُڻو آکاڻي. ٻو هوا يا. هڪڙي جو نالو عيسو ٻي جو نالو موسو ٻي يا نديءَ جي ڪني تي اُيا هوا. نديءَ جي پور ناري (نهاري) ربا هُوا. ايتري ۾ نديءَ جي پور ۾ ڪين ٽٺانين ٽٺانين ڪوئي چيج اچي رهي هئي. ان کي ڏسي موسو عيسي کي چوي ٿو" يا نار تو هي وري ڪرو آهي ؟ "عيسو سُٽي آک ڪري ني چوي ٿو" يا لڳي ٿو ڏوسو پڻ ڪراچ ڪوئي جي شيروائي پڻ هوئي. موسو ٻوليو " آهاها .... واهہ .... ڙي .... واهہ پانجو تو ڪم ٿي وني نا. شباڙواچي تو اوڍڻ لاءِ ڪم اچنو. عيسي مار ڇلانگ جلدي ڪٽي اچ. عيسو لَنگي جو ڪڇو ٿو. واڙي هڙڙڙ...... هٽ ڪري ني پاٽيءَ ۾ ڏوبڪو ماري.

ٻوجهي طرف ترنو ترنو ويو.

جڏهن نجيڪ ويو تڏهن ان کي ڪبر (خبر) پئي ته هي تان ڪارو رڇ آهي. رڇ عيسي کي پڪڙي گهني. عيسو ڀڄڻ جي ڪوشش ڪري تي رڇ پاڇو عيسي کي پڪڙي گهني. آويا ٻي ڀتم ٻتا اني پاڻي ۾ چپ چپيا ٻولان منديا. گهڻي وار تي وي عيسو ڏوسو گهني ني آنا آويو ايتري موسو نديءَ جي ڪناري سي عيسي کي سڏ ڪري " اڙي يا عيسي گهڻي وار تي هاڻي هي ڪتي کي ڇڏ، ڪتو پاڻ کي ناهي ڪپڻو. عيسو ٻوليو ياموسا اي ڪتي کي ته آئون ڇڏان. تو پر ڪتو مِکي نه تو ڇڏي . " ( ميمني لوڪ ادب. ص :77)

هيءَ هڪ نصيحت واري آکاڻي هئي. جنهن ۾ تفريحي پهلو به هو. ٻارڙن ننڍڙي وڏڙن لاءِ هن ۾ اهو سبق شامل هو ته ڪڏهن به بنا تصديق جي ڪنهن شئي ۾ هٿ نه وجهجي ڇاڪاڻ ته هر چمڪندڙ شئي سون ناهي ٿيندي.

ڪڇي/ ميمڻي لهجي کي هڪ ڏار ٻولي ٻڌائڻ جا جتن وڏي عرصي کان ٿيندا پيا اچن. جنهن جو چٽو ثبوت اهو آهي ته ان کي موجوده سنڌي رسم الخط ۾ لکڻ بدران گجراتيءَ ۽ اردوءَ ۾ لکيو وڃي ٿو. هن وقت گهڻي ڀاڱي اردو رسم الخط ۾ لکيو وڃي ٿو. ان ڪانسواءِ ڪجهه سالن کان ان کي رومن رسم الخط ۾ لکڻ جي شروعات به ٿي چڪي آهي. جنهن جو وڏو سبب نئين نسل جو انگريزي ٻوليءَ ڏانهن لاڙو آهي.

ان سلسلي ۾ منهنجي آڏو عبدالرزاق ٿپا والا جو ڪتاب A "new language is born Memani" آهي. ان ڪتاب جو ٻيون ايڊيشن 2005ع ۾ ڇپيو. اهو ڪتاب بنيادي طور تي انگريزيءَ ۾ آهي پر ميمڻي شاعري ۽ ٻيو مواد رومن ۾ لکيو ويو آهي ۽ ڪٿي ڪٿي انگريزي ترجمو ڏنو ويو آهي. گرامر به ڏنو ويو آهي. ان ڪتاب ۾ ڳالهه ٻولهه جو هڪ جملو مثال لاءِ ڏجي ٿو:

English: Asghar: Come (in) Akbar. Please come in. How are you?
Memni: Asghar: Acho Akbar Saheb, viyo_
Aaenjo kuro Hall aae?

ان ڪتابڙي ۾ نثري توڙي نظمي تخليقون ڏنيون ويون آهن. جن کي رومن ۾ لکيو ويو آهي. مثال :

Meman Biradri ne leadership
Biradri jee hee badkismati aae pan wate koe akro leader naae, Hin Jo kuro karan aae? Hee Sawal Jo jawab bahoo mushkilaae. (Page _43)

ميمڻ برادري جيئن سنڌي قوم جو اڻٽٽ حصو آهي، تيئن سنڌي ٻوليءَ جو ٻه حصو آهي، تنهن ڪري هو پاڻ کي هر لحاظ سان سنڌ سان جوڙين. سندن ٻوليءَ ۾ ڪتب ايندڙ سيئي آواز ۽ اُچار سنڌيءَ ڪانسواءِ ٻيءَ ٻوليءَ ۾ ناهن. تنهنڪري موجوده سنڌي رَسمُ الخَط ۾ ڪڇي/ميمڻي لکڻ سان کين تمام گهڻو فائدو ٿيندو. ان سلسلي ۾ اسان جي ادبي ادارن خاص ڪري سنڌي ٻولي اٿارٽي ءَ کي اڳتي اچڻ گهرجي.

حوالا / مددي ڪتاب

1 : ميمني لوڪ ادب. يحيٰ هاشم باواڻي. ميمن بڪ فائونڊيشن آف پاڪستان. ڪراچي آگسٽ 2009ع

2 : سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي. پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا_ انسٽيوٽ آف سنڌ الاجي. ڄامشورو ڇاپو ٻيو1983ع

3: سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ (ڇاپو ٽيون) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ. پاڪستان اسٽڊي سينٽر. سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو 1990ع

4 : ماهوار ميمن سماج ڪراچي. جون 2010ع ۽ جنوري 2011ع

5: Memani a new language is born: By L Abdul Razzaq Thapawalal, Arfat Printing press, Karachi 3rd edition 2005

6: سنڌوءَ جا گيت _ ڊاڪٽر ڪمال جامڙو ثقافت کاتو سنڌ حڪومت 2008ع

7: مشهور ڪڇي ۽ گجراتي اديب ۽ محقق کتري عصمت علي پٽيل سان تفصيلي ڪچهري 2004_06_03, ڪراچي)

8 : ناميار سنڌي ۽ اردو شاعر اقبال شاهين سان گفتگو ( ڪراچي (25_05_2004

9: ڪڇي فنڪار اسماعيل مير سان ڳالهه ٻولهه ( ڪراچي (03_05_2004

# محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي لوڪ ادب لاءِ ڪيل خدمت

سنڌي ٻوليءَ جا اديب ۽ ليکڪ گهڻي ڀاڱي ادب جي سيني صنفن سان نينهن جو ناتو نڀائيندا آهن پر انهن مان تمام گهٽ اهڙا اديب ۽ ليکڪ آهن، جن هر صنف ۾ پاڻ مڃايو هُجي. انهن ڳاڻ ڳڻين اديبن مان محمد عثمان ڏيپلائي به هڪ هو. ڏيپلائي صاحب هڪ تمام گهڻو متحرڪ اديب ۽ سماج سڌارڪ هو هُن پنهنجو قلم ادب براءِ ادب لاءِ گهٽ ادب براءِ زندگيءَ لاءِ وڌيڪ ڪم آندو. هُن جيڪڏهن ناول لکيا ته انهن جو مقصد به سنڌ ۾ سجاڳي ۽ خوشحالي آڻڻ هو. جيڪڏهن ڪهاڻيون لکيائين ته انهن جو مرڪزي خيال به ساڳيو ۽ جيڪڏهن صحافت ڪيائين ته ان جو بنياد به سنڌي سماج ۾ تبديلي آڻڻ هو.

سندس زندگيءَ جو جائزو وٺبو ۽ لکڻين جو مطالعو ڪبو ته هُن سنڌي ماڻهن کي جاڳائڻ لاءِ تمام گهڻا جتن ڪيا. ڏک ڏٺا ۽ پوڙهيون هن شاعري، ڪالم، ايڊيٽوريل، ناول، ڪهاڻيون، تحقيقي مضمون، مقالا، ترجما وغيره سماج ۾ تبديلي آڻڻ لاءِ هٿيار طور ڪتب آندا. سندس مذهبي رنگ ۾ رڱيل لکڻين جو محور به سماج ۾ سڌارو آڻڻ هو. هتي ڏيپلائي صاحب جون لوڪ ادب لاءِ ڪيل خدمتون بيان ڪجن ٿيون.

سڀ کان اڳ ۾ سنڌي لوڪ ادب بابت ٿيل ڪم جو مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو. سنڌي لوڪ ادب جي شروعات سنڌي ٻوليءَ جي وجود ۾ اچڻ سان ٿي ٿي هوندي پر اسان وٽ جيڪو لوڪ ادب سهيڙجي سگهيو

آهي، ان جي ابتدا سومرن جي دؤر (1050ع کان 1350ع) کان ملي ٿي. لوڪ ادب کي سهيڙڻ جي لاءِ جن اديبن، عالمن ۽ محققن ڪم ڪيو آهي، انهن ۾ ڪوڙو مل چندن مل کلناڻي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، محمد عثمان ڏيپلائي، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. سڀني کان وڏيڪ ڪم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو آهي، جنهن اهو سمورو ڪم هڪ وڏي ٽيم ٺاهي ڪيو.

"مولود شريف مذهبي صنف هجڻ سان گڏ لوڪ ادب ۾ به شامل ڪيو وڃي ٿو. مقيم جو "مجموعه مولود"، جنهن جو ٽيون ڇاپو بمبئيءَ مان 1882ع ۾ ڇپيو. اهڙيءَ ريت ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي کي حمزه علي ابڙي جو 1886ع ۾ لکيل هڪ قلمي نسخو سيد حيدر علي شاهه ويٺل رشيد وگڻ لاڙڪاڻي معرفت مليو. ان نسخي بابت سنديلو صاحب لکي ٿو ته: "ان نسخي ۾ تر جي شاعرن ۽ سگهڙن جي ڪلام سان گڏ سنڌ جي ٻين مشهور شاعرن ۽ سگهڙن جو ڪلام، لوڪ ادب جي هر صنف تي مواد شامل آهي. نسخو 1886ع ۾ لکيو ويو." (ڪتاب: ڪڇهريءَ جا مور)

ان کان پوءِ ڪوڙي مل چندن مل کلناڻيءَ جو ڪتاب "سنڌي پهاڪا" 1889ع ۾ ڇپيو. ان کان پوءِ لوڪ ادب تي جيڪي ڪتاب ڇپيا. انهن ۾ هيٺيان ڪتاب به شامل آهن:

1. ڏهه سُرو نور محمد، منشي پوڪرداس، شڪارپور 1892ع
2. نَوَ سُرو امام بخش، منشي پوڪرداس، شڪارپور 1892ع
3. ڏهه قصا، محمد، ڇاپيندڙ منشي پوڪرداس، شڪارپور 1892ع
4. پنج معجزا گڏ، ڇپائيندڙ: شولداس ٽانور داس تاجر ڪتب، شڪارپور، 1892ع
5. سَت سُرو، غلام نبي، محمد يوسف ميمڻ تاجر ڪتب، ڪراچي 1894ع
6. دل جي وندر، مختلف سگهڙ، هريسنگ ڪتب فروش سکر،

1900ع

7. سنڌي ڳجهارتون، ڪوڙو مل چندن مل، قيصريه پريس، حيدرآباد، 1901ع
8. لولي نامه، رمضان واڍو هريسنگ ڪتب فروش، سکر، (ٻيو ڇاپو) 1910ع
9. مداحون ۽ گڏ، ميان سرفراز ۽ جُمن چارڻ، هريسنگ تاجر ڪتب فروش، سکر، ٽيون ڇاپو 1911ع
10. ٽوپي ۽ پڳ، خير شاهه، منشي پوڪرداس، شڪارپور (ٻيو ڇاپو) 1912ع
11. عجائب ڳجهارتون (I_II) الهڏنو شولداس پوڪرداس، شڪارپور 1914ع
12. سڳنڊ، عبدالحسين شاهه موسوي ۽ محمد ابراهيم عباسي، ڇپائيندڙ: شفقت حسين شاهه موسوي 1950ع
13. ٻيلاين جا ٻول، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، زيب ادبي مرڪز حيدرآباد، 1951ع
14. وينجهار، عبدالڪريم سنديلو ڇپائيندڙ: عبدالڪريم سنديلو لاڙڪاڻو 1951ع
15. سنڌ جو سينگار، عبدالڪريم سنديلو سنڌي ادبي بورڊ، 1956ع

1956ع ۾ محمد عثمان ڏيپلائيءَ تر جي لوڪ گيتن تي ڪم ڪيو جيڪو سنڌي ادبي بورڊ جي ٽماهي رسالي مهراڻ ۾ شايع ٿيو. اڻويهين صديءَ جي وچ کان 1956ع تائين لوڪ ادب تي جيڪو ڪم ٿيو سو انفرادي طور ڪيو ويو. ان دؤرڪي اسان انفرادي سهيڙ، تحقيق ۽ ڇپائيءَ وارو دؤر چئي سگهون ٿا. 1955ع ۾ لوڪ ادب تي هڪ منظم ۽ گڏيل تحقيق ڪرڻ لاءِ لوڪ ادب اسڪيم شروع ڪرڻ جي رٿ ڏني وئي. "سنڌ جي

لوڪ ادب کي سهيڙڻ لاءِ هڪ تفصيلي تجويز سن 1955ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي سامهون رکي وئي، جا 1956ع جي آخر ڌاري بورڊ بحال ڪئي ۽ ان جي عملي نگراني ۽ تڪميل بنده (ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ) جي حوالي ڪئي. ان تجويز مطابق، جنوري 1957ع کان لوڪ ادب سهيڙڻ جو ڪم شروع ڪيو ويو. انهيءَ سلسلي ۾ تعلقيوار ڪارڪن مقرر ڪيا ويا ته ڏنل هدايتن موجب ڀهراڙيءَ مان مواد گڏ ڪري موڪلين... ڦهريان ٻه سال 1957ع ۽ 1958ع، لوڪ ادب جي مواد سهيڙڻ ۾ صرف ٿيا... ڪتابن جي تاليف جو سلسلو ٽئين سال 1959ع کان شروع ڪيو ويو آهي." (ڳجهارتون. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، مهاڳ_01)

"لوڪ ادب رتا ۾ ٿر جو لوڪ ادب خاص ڪري لوڪ گيت به شامل آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جڏهن سڄيءَ سنڌ مان لوڪ گيت ميڙيا ته حيرت جي ڳالهه آهي ته لوڪ گيتن جي (57) قسمن يا روايتن مان ڪيس(42) قسم ٿر مان مليا. (سنڌوءَ جا گيت، ص: 266)

ٿر جي لوڪ گيتن تي تحقيق ۽ سهيڙڻ وارن ابتدائي محققن ۾ ڏيپلائي صاحب جو شمار ٿئي ٿو. سندس اها تحقيق 1956ع واري ته ماهي رسالي مهراڻ 1، 3 ۽ 4 ۾ شايع ٿي. سندس ڦهرئين مقالي جو عنوان "ٿر جا لوڪ گيت" م_ع ڏيپلائي ۽ ٻئي جو عنوان "پٽهاري" آهي، جنهن ۾ ساٺس گڏ منگهارام اوجها به شامل آهي. اهڙيءَ ريت هُن "اُڪير" لوڪ گيت تي به لکيو آهي. سندس ان ڪم جي مڃتا ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مهراڻ 2_1956ع ۾ پنهنجي لکيل مضمون "ٿر ۽ مهراڻي جا لوڪ گيت" ۾ هن ريت ڪئي آهي؛ "رسالي "مهراڻ" نمبر اول 1954ع ۾ محترم محمد عثمان ڏيپلائيءَ "ٿر جا لوڪ گيت" ڏنا آهن، جي نهايت ئي دلچسپ ۽ دلپذير آهن. اسان جي عوام جا اِهي ڳائڻ، سنڌ جي ڀهراڙيءَ جي ادب جو هڪ قيمتي حصو آهن ۽ انهن کي سهيڙڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪرڻ گهرجي." (ص: 32)

بلوچ صاحب جڏهن لوڪ ادب رتا هيٺ لوڪ گيتن کي سهيڙيو تہ ڏيپلائي صاحب جي ڪيل ڪم کي بہ ان ۾ شامل ڪيو ويو.

ڏيپلائي صاحب ٿر جا جيڪي لوڪ گيت گڏ ڪيا، انهن ۾ ورسارو، ڏورو، ڪاڳڙو، وندل، ڍاٽيڙو، منڌيئڙو، جهالريو، پٽهاري ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا.

ڏيپلائيءَ صاحب نہ رڳو اهي لوڪ گيت گڏ ڪيا پر انهن جو پسمنظر بہ لکيو. هن انهن گيتن سان لاڳاپيل روايتن ۽ واقعن کي بہ سنواري قلمبند ڪيو. مثال لاءِ هيٺ "ڍاٽيئڙو" ڏجي ٿو. جيڪو ريڊيو پاڪستان تي رڪارڊ ڪيو ويو ۽ اڄ بہ نشر ٿيندو رهي ٿو.

"سياري جي ٿڌيءَ ۽ خاموش رات ۾ ٿر جي ڪنهن بہ ڏهر مان لنگهبو تہ هڪ زوردار ۽ ٿري تانَ ٻڌڻ ۾ ايندي، جا ميلن تائين پيئي ٻڌبي آهي. اها تانَ غريب ڏراڙن جو "ڍاٽيئڙو" هوندو آهي، جنهن جو پس منظر هن خيالي آکاڻيءَ تي ٻڌل آهي، تہ ٿر جي ڍٽ واري حصي جو ڪو ڍاٽيئڙو (ٿري) لاباري لاءِ ناري ۾ وڃي ٿو ۽ اتي جڻ تہ ڪا وڏ- گهراڻي ڇوڪري مٿس عاشق ٿي ٿئي ۽ هن جا وارث ڪيس ڏيکي جي چوريءَ جي ڪوڙيءَ فرياد ۾ جيل ٿا اماڻين. پنيان سندس معشوقہ فراق جا آلاپ ٿي ڪري. "هيلو ڪو وري" جي معنيٰ آهي "هڪ وار موٽي اچي" ڪي وري انهيءَ بند بدران "منج ڪو منجيو" يعني "موڪل ڪو سنيهو" چوندا آهن. اهو گيت اصل تہ ايترو آهي، پر پوءِ هر ڪنهن حصي جا ڏٽار پنهنجي پنهنجي گهرجن ۽ تمنائن موجب سدائين ٻيا ان ۾ اضافا ڪندا آهن. جيڪڏهين اهي سمورا گڏ ڪجن، تہ شايد 3-4 سو بند ٿي ويندا. ٿري پاڻ کي "ٿڙي" ۽ "ڍاٽي" سڏيندا آهن: ۽ ناري ۽ لاڙ وارن کي "سنڌي".

سارو تان سيارو مون گنديءَ ۾ گذاريو،

رليءَ جي رولاڪي ماريو ڙي،

ڍاٽيڙا!

هيلو ڪو وري آ
ٻيون تان پاڻياريون پاڻيءَ ٽيون پرين،
هڪڙي تان پاڻياري ڳوڙها ٽي ڳاڙي، ڙي...
پٽ جي پاڻياري، ڏٽ جو ڍاٽيڙو،
الستي انگڙو وريو، ڙي..
سايون تان ڪانئچون آءُ سنڌين جون ڪانيان،
مون کي ڪٽيلو گوڏيروٽيو، ڙي..
ڳاڙهيون تان ڪتون آءُ سنڌين جون ڪانيان،
مون کي واريءَ جو وچاٽو وٽيو، ڙي..
بگو تان ڏڳو سو وڏيرن سندو،
موڙي منجهه مرندو ڏسان، ڙي،
ڍاٽيڙا!
هيلو ڪو وري آ"
(مهراڻ_1_1956ع، ص: 35)

ٿر جي اڪثر لوڪ گيتن جي اصلوڪي ٻولي ٿري/ڍاٽڪي آهي، جنهن کي سمجهڻ لاءِ ترجمي جي ضرورت پئي ٿي. ڏيپلائي صاحب سمجهائڻ لاءِ اهڙن گيتن جو سنڌي ترجمو به ڏنو آهي.

نموني ڪاڻ "ورسارو" گيت هيٺ ڏجي ٿو، جنهن جي معنيٰ آهي "وسڪارو" يا "سانوڻ".

| ڍاٽڪي | سنڌي ترجمو |
|---|---|
| واتڙيان تان ورسارو | واٽن تي برسات |
| صاحبا! | پيارا! |
| ماندبو | ٿي آهي، |
| مانهنجا منا! | منهنجا منا |
| تاهجو ڏيسلو وٺو | تنهنجو ديسڙو وٺو آهي |

تون ڏسڙي ماٽيو　　تون پرديسڙي مان ڪمائي ڪري
گهران نان نچ آويجو　نچ گهر ڏي اچ،
تاهجي تان نالي تان گهوربس　تنهنجي تہ نالي تان صدقي ٿيان
تون آوو تہ　　تون اچ تہ
ورسارو　　سانوڻ
پيڙو گهارسان　　گڏجي گذاريون!

(صفحو: 29)

نوٽ: هيءَ هڪ ڊگهو لوڪ گيت آهي. هتي نموني خاطر ان جو ٽڪرو ڏنو ويو آهي.

محمد عثمان ڏيپلائي صاحب ان کان سواءِ بہ لوڪ ادب جي خدمت ڪئي. هن پنهنجين اخبارن ۽ رسالن وسيلي لوڪ ادب، سگهڙن، لوڪ راڳين ۽ محققن جي پذيرائي ڪئي. سندس اخبارن ۽ رسالن ۾ روزاني عبرت، سنڌ ٽائيمز، هفتيوار انسان ۽ ماهوار ساٿيهہ شامل آهن. انهن تي تحقيق ڪري نہ رڳو ڏيپلائي صاحب جي پورهئي کي اجاگر ڪري سگهجي ٿو بلڪ هن وقت ڪيترن ئي گمنام سگهڙن ۽ ليکڪن جون تخليقون بہ سامهون آڻي سگهجن ٿيون ۽ خاص طور تي لوڪ ادب جي حوالي سان خبرن ۽ واقعن کي سامهون آڻي تاريخ کي محفوظ بڻائي سگهجي ٿو.

هتي ڏيپلائي صاحب جي ان خدمت جو ذڪر ڪرڻ بہ ضروري آهي، جنهن ۾ هُن لوڪ ادب رٿا کي ختم ڪرائڻ جي سازش ناڪام ڪرڻ ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو ڀرپور ساٿ ڏنو.

سنڌي ادبي بورڊ لوڪ ادب رٿا جو ڪتاب "مناظرا" 1961ع ۾ ڇپرايو تہ ان خلاف ڪات ڪهاڙا کنيا ويا. ان حوالي سان محمد علي ڏيپلائي لکي ٿو تہ:

"انهيءَ ڪتاب ۾ ڏنل ڪجهہ لفظن کي بنياد بنائي ڪراچيءَ جي هڪ نامعلوم انگريزي اخبار "سنڌي پوسٽ" ذريعي انهيءَ سازش جي

شروعات ڪئي ويئي. اخبار جو ايڊيٽر امين ترين غير سنڌي هو. سنڌي ادب ۾ خاص ڪري لوڪ ادب سان سندس شناسائي هجڻ جو سوال ئي ڪونه ٿي اُٿيو. تمام اڻنگي، بيهودي ۽ غير شائسته نموني، انين جولاءِ 1962ع واري پرچي سان ڊاڪٽر صاحب تي حملي جي شروعات ٿي. انگريزي زبان ۾ لکيل انهيءَ "تنقيدي" مضمون جو عنوان هو:

The Gutter Scholar from Sindh takes a dive into the stink pools of vulgarity.

انهيءَ عنوان جو صحيح سنڌي ترجمو ڪرڻ کان آءٌ قاصر آهيان. شايد قريب ترين ترجمو هنريت ٿي سگهي:

"گندي ناليءَ جو سنڌي عالم، فحاشيءَ جي بدبودار ڏُٻي ۾ ٽٻي ٿو هڻي!"

اهڙو ڪم ظرفيءَ وارو عنوان ڪنهن ڪريل کان ڪريل شخص جي قلم مان بہ نہ نڪري. پوءِ ڪراچيءَ مان نڪرندڙ هڪ انگريزي اخبار جي ايڊيٽر کي ان ڏس ۾ قلم کڻڻ جي جرئت ۽ ضرورت ڇو محسوس ٿي؟ انهيءَ جو جواب ابراهيم منشيءَ جي هن شعر مان شايد ملي سگهي:

"مون پڪ سجاتا پنهنجا هئا، ڏارين سان گڏ ڏاڙي ۾
ٿي واٽ ڏسيائون ويرين کي، ويهي وانگيئڙن جي واڙي ۾!"
(ڪارونجهر ص: 40)

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ان سازش کي مُنهن ڏيڻ لاءِ دوستن ۽ انتظاميہ کان مدد گُهري پر تمام ٿورڙن دوستن ۽ سنڌي اخبارن سندس مدد ڪئي، جن ۾ روزاني عبرت جو اهم ڪردار آهي، جنهن نہ رڳو خبرون بلڪ مضمون ۽ ايڊيٽوريل بہ بلوچ صاحب جي حق ۾ لکيا. نيٺ مجبور ٿي بلوچ صاحب 23 هين جولاءِ 1962ع تي ايڊيشنل ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ حيدرآباد وٽ امين ترين خلاف پاڪستان پينل ڪوڊ جي سيڪشن 500 ۽ 405 هيٺ ڪيس داخل ڪيو.

ڪورٽن جا پنهنجا طريقا آهن. پنهنجو مؤقف ثابت ڪرڻ لاءِ هر ڏُر کي شاهدن. وڪيلن. دليلن ۽ رڪارڊ جي سخت ضرورت پئي ٿي. اسان مان ڪيترائي ماڻهو ڪورٽ جو نالو ٻُڌي سچي شاهدي ڏيڻ کان ٻـ ڪيٻائيندا آهن ڇاڪاڻ تـ عدالت ۾ ڪين آڏيءَ پُڇا کي بـ مُنهن ڏيڻو پوندو آهي. سو هرڪو پري ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. ان صورت حال ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي بـ تمام گهڻي ڏکيائي ٿي.

ان ڏکيي وقت ۾ محمد عثمان ڏيپلائيءَ سندس ساٿ ڏنو. هُو ڪورٽ ۾ وڃي پيش پيو. جنهن ڪري نـ رڳو بلوچ صاحب کي فائدو پيو پر لوڪ ادب رتا بـ محفوظ ٿي وئي. بلوچ صاحب ڏيپلائي صاحب جي 19هين ورسيءَ 2001ع جي موقعي تي ان ڳالهہ جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي:

"هن موقعي تي آءٌ مناسب سمجهان ٿو تـ ڏيپلائي صاحب جي مون تي ڪيل هڪ احسان جو ذڪر ڪريان. جيڪو ساڳئي وقت سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب تي پڻ سندس احسان آهي. آءٌ سن 1960ع کان 1970ع وارن سالن ۾ سنڌي "لوڪ ادب" بابت تحقيق. ڪتابن جي تياري ۽ ڇپائيءَ ۾ مشغول هئس. ڪم وڏيءَ ڪاميابيءَ سان ٿي رهيو هو تـ هڪ وڏي روڪ سامهون آئي. ڪراچيءَ جي هڪ انگريزيءَ اخبار "سنڌي پوسٽ" لوڪ ادب جي هڪ تازي ڇپيل ڪتاب "مناظرا" تي بيجا تنقيد ڪئي تـ اُن ۾ گارين واري زبان استعمال ڪئي وئي آهي ۽ "ڪتاب اخلاقي اعتبار کان ڪريل آهي". ان بعد اها ڪوشش شروع ٿي تـ ڪراچيءَ جي ڪمشنر طرفان ڪتاب تي بندش وجهائي وڃي. مون اهو مناسب سمجهيو تـ اخبار جي ايڊيٽر تي بدناموسيءَ جو ڪيس ڪيو وڃي تـ جيئن معاملو ڪورٽ جي حوالي ٿئي ۽ ڪابـ اختياري ڪتاب خلاف قدم کڻي نـ سگهي.

"سنڌي ادبي بورڊ" طرفان ڪتاب ڇپايو ويو هو. پر جڏهن بورڊ توڙي ٻي ڪنهن طرفان مدد جو خاطر خواهہ آسرو نـ آيو تڏهن مون پنهنجي سر ڪيس وڙهڻ جو فيصلو ڪيو. ڪيس هلندي جج جي آڏو اها حقيقت

رڪارڊ ڪرائڻي هئي تہ ڪتاب ۾ استعمال ڪيل زبان ۽ اصطلاح عام سنڌي ٻوليءَ ۾ رائج آهن ۽ معيار کان ڪريل نہ آهن. اخبار جي ايڊيٽر طرفان پير محمد چنا وڪيل هو جنهن ڪورٽ ۾ مون تي وڏيون ڄُلهون پئي ڪيون. ويتر اهو معلوم ٿيو تہ سنڌ يونيورسٽيءَ جا ڪي اُستاد ۽ ڪي ٻيا صاحب منهنجي خلاف ۽ ڪتاب خلاف ڪورٽ ۾ بيان ڏيڻ لاءِ سنبري رهيا آهن. اهڙي دل شڪن ماحول ۾ ڏيپلائي صاحب اڳتي وڌيو ۽ دل و جان سان منهنجو ساٿ ڏنائين. هو ڪورٽ ۾منهنجي طرفان شاهدي ڏيڻ آيو ۽ "مناظرا" ڪتاب جي ٻوليءَ ۽ ان ۾ آيل لفظن ۽ اصطلاحن جي خاطر خواه وضاحت ڪري، ڪتاب کي معياري ثابت ڪيائين. ڪيس اٺ سال هليو. مون گهڻو ڪجهہ سٺو! پر حالات بدليا ۽ ڪتاب تي بندش ڪانہ پيئي. مون ڏيپلائيءَ صاحب جو احسان ڪونہ وساريو." (ڪارونجهر_ص: 46)

افسوس آهي تہ هن وقت ڏيپلائي صاحب جهڙن عالمن ۽ اڪابرن جي سخت اڻاٺ آهي، تنهن ڪري اسان کي گهرجي تہ محمد عثمان ڏيپلائيءَ جهڙن بزرگن جي ڪيل ڪم کي نہ رڳو نئين نسل تائين پهچايون پر انهن جي ڇڏيل ڪم کي اڳتي وڌائڻ سان گڏ ڪي نوان رخ بہ سامهون آڻيون.

مددي ڪتاب:

1. ڳجهارتون، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سنڌي ادبي بورڊ، 1969ع
2. ڪڇهريءَ جا مور، ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو، ثقافت کاتو حڪومت سنڌ 2013ع
3. تماهي مهراڻ، 1، 3، ۽ 4_ 1956ع
4. سنڌوءَ جا گيت، ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، 2008ع

5. لطيف ذهني چٽا پيٽي، ڪمال ڄامڙو، شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي.

6. مضمون ڊاڪٽر بلوچ جو ڪتاب "مناظرا" ۽ ان جي خلاف واويلا، محمد علي ڏيپلائي، تحقيقي جرنل ڪارونجهر، شمارو 06- جون 2012ع، سنڌي شعبو، وفاقي اردو يونيورسٽي، ڪراچي.

# سگهڙ محمد لقمان کوکر جي
# سگهڙائپ جو جائزو

اسان جي عام شاعرن ۾ اهو رواج نہ هئڻ برابر آهي تہ هُو پنهنجي نالي جي مُنڍ ۾ شاعر لکن. مثال طور: شاعر شيخ اياز، شاعر ادل سومرو، شاعر اياز گل وغيرهہ. سُگهڙن ۾ وري اِهو رواج عام آهي تہ نالي جي اڳيان لکن سگهڙ. جيئن سُگهڙ محمد لقمان کوکر. شاعر ۽ سُگهڙ ٻئي لفظ مانائتا آهن پر سُگهڙ کي ڳوٺاڻين ڪچهرين ۾ وڌيڪ مانُ ملي ٿو. جنهن ڪري هُو سُگهڙ سڏرائڻ ۾ فخر محسوس ڪن ٿا.

محمد لقمان کوکر جا وڏا اصل بهاولپور رياست جا هئا، جيڪي روزگار خاطر پهريان ڀاڳ ناڙيءَ، پوءِ ڳوٺ گنداخا بلوچستان، جيڪب آباد، تنهن بعد ڳوٺ لقمان سيال قمبر ۽ آخر ۾ ڳوٺ مصطفيٰ آباد ۾ رهيا. هن جو گهراڻو مذهبي هو. سندس ڏاڏي خُدا بخش کوکر مدرسو نور مصطفيٰ قائم ڪيو جتي لقمان تعليم پرائي ۽ پنهنجي ڏاڏي جو اِن ڪم ۾ هٿ بہ ونڊايائين. محمد لقمان کوکر جو نانو فقير عطا محمد کوکر بہ سگهڙ ٿي گذريو آهي. هُن ڏاڏي ۽ ناني جي صحبت ۾ رهي ڪانئُن گهڻو ڪجهہ پِرايو.

اُستاد سگهڙ محمد لقمان پٽ محرم علي کوکر 22 هين آڪٽوبر 1949ع تي ڳوٺ مصطفيٰ آباد تعلقي نصيرآباد ضلعي قمبر – شهداد ڪوٽ (تڏهوڪي ضلعي لاڙڪاڻي) ۾ ڄائو. ميٽرڪ تائين تعليم پرايائين. چار پٽ ۽ ڇهہ نياڻيون اٿس. 1970ع کان فقير محمد ملوڪ عباسيءَ جي

سرپرستيءَ ۾ سگهڙائپ سکيو. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ 388 صفحن جو لاتيون سڙ لقمان جون، 192 صفحن جو لعل ڪٽا لقمان جا، 226 صفحن جو لوچون ڏس لقمان جون، لوڪ رنگ لقمان جا. منهن مٿانهان جن جا (فقير محمد ملوڪ عباسيءَ سان گڏ) گلشن ڏور (فقير محمد ملوڪ عباسيءَ سان گڏ) شامل آهن. هيل تائين جن ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن ۾ سندس شاعري ۽ ذڪر آيو آهي تن ۾ سنڌي سينگار شاعري (مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)، سنڌي هنر شاعري (ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)، ڪچهريون قرب وارن سان (ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)، سنيها سڄڻن جا (ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)، وڻجارا (مرتب: محمد اسحاق راهي)، سگهڙن جي ڊائريڪٽري (مرتب: عبدالله خان ورياهه)، لاڙڪاڻو ساهه سيباڻو (ڇپائيندڙ: لاڙڪاڻو ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي)، لاڙڪاڻو صدين کان (ڇپائيندڙ: لاڙڪاڻو ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي)، لاڙڪاڻو تاريخي ۽ تحقيقي مطالعو (ڇپائيندڙ: لاڙڪاڻو ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي، سُگهڙن جي مختصر سوانح حيات – ڊائريڪٽري (انگريزي) (مرتب: ڊاڪٽر بدرالدين اُجڻ)، ڪچهريءَ جا مور (ليکڪ: ڊاڪٽر ڪمال جامڙو)، ماهوار السنڌ، ماهوار ڪينجهر، ماهوار آڪاش، ماهوار نئين زندگي، ماهوار سنڌ رائيٽرس ماهوار سنڌ سجاڳ، ماهوار عقيق ميگزين، ماهوار پارس، ماهوار سورمي، پندرهن وار عبرت ميگزين، روزاني ڪاوش، روزاني عوامي آواز، روزاني خبرون، روزاني سنڌ وغيره شامل آهن.

1955ع ۾ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد قائم ٿيو. ان کان اڳ ڪراچيءَ ۾ ريڊيو اسٽيشن هوندي هئي، جنهن تي سنڌي ٻوليءَ کي تمام گهٽ حيثيت ۽ وقت ملندو هو. حيدرآباد ۾ ريڊيو اسٽيشن ٿيڻ سان سنڌي ٻوليءَ، ثقافت ۽ ادب کي گهڻي اهميت ملڻ لڳي. اِن اسٽيشن تي ڳوٺاڻيءَ ڪچهريءَ جو پروگرام به شروع ٿيو. جنهن ۾ سُگهڙن کي گهرائڻ جو سلسلو اڄ تائين جاري آهي. اِها ڪچهري ڏاڏي فتح خان جي ڪچهريءَ

جي نالي سان سُڃاتي وڃي ٿي. ڏاڏي جو ڪردار سائين صالح محمد شاهه ادا ڪندو هو. هُو پاڻ ته الله سائينءَ کي پيارو ٿي چڪو آهي پر سندس ڪچهري قائم آهي. ان پروگرام ۾ محمد لقمان ڪوڪر 1969ع ۾ شامل ٿيو. پاڪستان ٽيليويزن ۽ ٻين چينلن تي به هُو ڪيترا ئي ڀيرا فن جو مظاهرو ڪري چُڪو آهي.

1980ع ڌاري هُو بيمار ٿي پيو. ٻُڪين ۾ ڪيس پٿري ٿي پئي، جنهن سبب ڳٽتي وڌي ويس. سندس اُستاد محمد ملوڪ ۽ ٻين اِن ڏکيءَ گهڙيءَ ۾ ڪيس اڪيلو نه ڇڏيو. بيماريءَ جي حالت ۾ به هيءُ همراهه لکندو رهيو. پنهنجي ڪلام کي شايع ڪرائڻ سندس آخري خواهش بڻجي وئي. هُو اِن سلسلي ۾ ڏاڍو ڏُکيو ڊوڙيو ۽ محنت ڪيائين. نيٺ سندس مدد ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ ڪئي، جنهن هُن جو ڪتاب 'لاتيون سُڻ لقمان جون' 1995ع ڌاران ترتيب ڏئي سنڌ سگهڙ سنگت پلائي تنظيم پاران ڇپرايو.

الله سائينءَ جي مهربانيءَ سان سندس ڏک ڏُور ٿي ويا ۽ زندگيءَ سان سات نڀائيندو پيو اچي. سندس پُٽن بلاول خان، رانجهن خان، خُدا بخش ۽ فدا حُسين کي به سُگهڙائپ سان لنئون لڳل آهي. هيءُ همراهه ملتان جي بُزرگ حضرت غوث بهاءُ الحق جو مُريد آهي.

پاڻ اُستاد محمد ملوڪ سان گڏجي سنڌ سگهڙ سنگت ۾ به سرگرم رهيو آهي. هيءُ سنگت جي باني عهديدارن منجهان آهي. ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ اُستاد محمد ملوڪ سان سندس ويجهڙائپ ۽ سگهڙائپ ۾ پير پائڻ بابت لکي ٿو ته: "هڪ دفعي خيرپور ناٿن شاهه جي ميلي تي محمد لقمان سگهڙن جي ڪچهري ڏٺي ۽ ٻُڌي اِنهيءَ ڪچهريءَ ۾ سگهڙ محمد ملوڪ عباسيءَ جي ذات ۽ ڏانءَ محمد لقمان ڪوڪر کي ڏاڍو متاثر ڪيو. ڪچهريءَ تان جڏهن گهر موٽيو ته اندر جي اُڌمن ڪيس سُک ۽ سُڪون سان ويهڻ ڪو نه ڏنو. هڪ اڌ ڏور جا بيت ٿاهي پنهنجي ماسڙ قادر بخش ڪوڪر ۽ مامن

ڪي ڏيکاريائين. ڪيس پنهنجن عزيزن دل کولي داد ڏنو. سُتت ئي پوءِ محمد لقمان پنهنجي ماسترَ قادر بخش سان گڏجي اچي باڊهہ ۾ فقير سگهڙ محمد ملوڪ عباسيءَ سان ملاقات ڪئي ۽ اِنهيءَ ملاقات رنگ لاتو. اُستاد ۽ شاگرد هڪ ٻئي کي ڏٺو پرکيو ۽ هميشہ لاءِ باهمي خلوص جي رشتن ۾ جَـڪڙجي ويا." (لاتيون سڄڻ لقمان جون – ص: 14)

هُـن سنڌيءَ سان گڏ سرائڪيءَ ۾ بہ ڪلام چيو آهي. سنڌ سان سندس عشق آهي. ان عشق جو اولڙو سندس هينئينءَ دُعا مان بہ پَـسي سگهجي ٿو.

## سنڌ ۾ سک ۽ امن لاءِ دعا

سائين ساريءَ سنڌ مان ڏُڪارِي ڪڍ ڏاتار
جيڪي آهن دشمن ديس جا مولا سيئي مار
اهي لوٽيا نہ ڏسان 'لقمان' چئي، بيهودا بيڪار
والي تن کي وار، جيڪي سڄڻ ناهن سنڌ جا.

سائين ساريءَ سنڌ کي، آڻج مَـنجهہ امن
منهنجا ڏوٿي ڏيهہ ۾، پلي گور گهمن
لاکيڻا ' لقمان' چئي، وٺندا واس وطن
راتيان ڪري رهاڻيون، سُکي سيج سمهن
نہ ڏاتر ڏک ڏسن، سانگي منهنجا سنڌ ۾.

سائين سنڌو درياهہ ۾، ڪر پاڻيءَ جي پالُـوٽ
ختم ڪرينس 'کوکر' چئي، خالق ساري کوٽ
سانگي ساريءَ سنڌ جا، روبون ڪن رپورٽ
مالڪ ڪر ڪا موٽ، تہ سُـڪَـر ٿئي سنڌ ۾.

لقمان کوکر جي ڪتابن ۾ وڏيڪ ڪلام جو مختصر جائزو هيٺ پيش ڪجي ٿو:

**لاتيون سڄ لقمان جون**

هن ڪتاب ۾ سگهڙ محمد لقمان کوکر جي زندگيءَ جو احوال ۽ ڪلام ڏنو ويو آهي جيڪو ڊاڪٽر دُر محمد پٺاڻ ترتيب ڏنو آهي. اهو ڪتاب سنڌ سگهڙ ڀلائي تنظيم ڳوٺ گل محمد خان ڪلهوڙي باڊهہ ضلعي لاڙڪاڻي پاران جنوري 1995ع ۾ شايع ڪرايو ويو. محمد لقمان کوکر اُستاد محمد ملوڪ عباسيءَ جو پيارو شاگرد آهي. کوکر صاحب پنهنجو هيءُ ڪتاب پنهنجي اُستاد کي اَرپيو آهي. ڪتاب ۾ سگهڙ بابت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ، ڊاڪٽر اياز قادريءَ، سوڀي گيانچنداڻيءَ ۽ ڊاڪٽر بدر اُجڻ جا وِيچار پڻ ڏنل آهن. ڊاڪٽر پٺاڻ صاحب سُگهڙ جي تعارف سميت تفصيلي مقدمو بہ لکيو آهي. اِن سان گڏ لقمان کوکر 'سُگهڙ جي ڪهاڻي سندس ئي زبانيءَ' ۾ سگهڙن جي قدردانيءَ، ادارن جي رويي، ڪتابن جي ڇپائيءَ واري سفر ۽ پنهنجن ڏکن سکن کي دل کولي بيان ڪيو آهي.

ڪتاب کي 11 بابن ۾ ورهايو ويو آهي. باب پهريون حمد منهنجي هاديءَ جا، ٻيو ثنا منهنجي سيد جي، ٽيون اعليٰ علي ۽ ابن علي، چوٿون حق بهاءُ الحق، پنجون ڀٽ ڌڻي ڀلارو لطيف، ڇهون سنڌڙيءَ جو شهباز قلندر، ستون نصيحت نامو، اٺون سنڌ نامو، نائون محبت نامو، ڏهون سُگهڙ نامو ۽ يارهون سُر سُريلا آهي. جڏهن تہ آخر ۾ اختصار جي عنوان سان قلم جي موضوع تي 09 بيت ڏنل آهن.

مٿين بابن ۾ موضوع جي مناسبت سان لوڪ ادب جي لڳ ڀڳ هر شعري صنف سَمائي وئي آهي، جن ۾ هُنر، ڏور، ڙِٽ، ڳجهارت، ست سُري جڏهن تہ سُرن ۾ سارنگ، مارئي، سسئي، سهڻي ۽ نوري ڄام تماچي وغيره

شامل آهن. هِــن ڪتاب ۾ سرائڪي ٻوليءَ ۾ بہ ڪجھ بيت ڏنل آهن. هتي هڪ منقبت 'ٻبر نر علي آن' ڏني وڃي ٿي.

تون شيرِ خدا ٻبر نر علي آن
حــلاليءَ ۽ حراميءَ کي ڪندو ظاهر علي آن

تون سخين ۾ سخي آن پهريون نمبر
تنهنجو نہ ٿيو اڄ تائين ڪو ئي همسر
در تان نہ موٽيو خالي ڪو ئي گداگر
گدا ما[illegible] ڪيئي بڻيا تاجدار تونگر
تو ڪ[illegible] مجي جيڪو سو مُوذي آ مُنڪر
تون رُئندڙ جي ڪندو رهبر واهر علي آن.

تو ٻي نُورن کي نُور ڏئي نروار ڪيو
تو مانيءَ جي عيوض مھار ڏئي قمبر لئہ قرار ڪيو
جو پٽيل کي پٽو نہ ٻيو اهڙو آروپار ڪيو
تارازيءَ ۾ تري تور ٿيو اهڙو ڏڙ ڏار ڪيو
جو منڪر آ محمد جو تنهن کي ڪندو دربدر علي آن

تنهنجي آڏو سخاوت بہ جهُڪي سلام ڪيو
تنهنجي آڏو هر طاقت بہ جهُڪي سلام ڪيو
تنهنجي آڏو ڪرامت بہ جهُڪي سلام ڪيو
تنهنجي آڏو امامت بہ جهُڪي سلام ڪيو
تنهنجي آڏو شهادت بہ جهُڪي سلام ڪيو
تون والي ڪوثر، سيد صابر علي آن.

تنهنجي ڪعبي ۾ ولادت آ راز الاهي
تنهنجي مسجد ۾ شهادت آ راز الاهي
تنهنجي ڪشف ڪرامت آ راز الاهي
تنهنجي اعليٰ عبادت آ راز الاهي
علم جو شهر محمد. ته تون در علي آن

تون محمد جي زبان ۽ شان آن حيدر
تون محمد جو جسم ۽ جان آن حيدر
تون محمد جي عزت ۽ مان آن حيدر
تون فيض رحمت ناطق قرآن آن حيدر
تون ' لقمان' جو دين ايمان آن حيدر
تون اسلام جو اُتم اعليٰ ممبر علي آن.

**لعل ڪٿا لقمان جا:**

سگهڙ محمد لقمان ڪوڪر جو هيءُ ٻيو ڪتاب بلاول برادران ڳوٺ مصطفيٰ آباد ضلعي لاڙڪاڻي پاران 2002ع ۾ شايع ڪيو ويو. هن ڪتاب ۾ 192 صفحا آهن. ڪتاب جو مهاڳ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو. جڏهن ته سيد صالح محمد شاهه، تاج جوئي، احمد خان سهاڳ، انور ساگر ڪانڌڙي ۽ ڊاڪٽر دُر محمد پٺاڻ جا وِيچار به شامل آهن.

تاج جويو صاحب لکي ٿو "سگهڙپائيءَ جي فن ۾ بيت کي وڏي اهميت حاصل آهي ۽ لقمان ڪوڪر جا بيت پُختا ۽ تَجنيس حَرفيءَ جي هُنر سان سينگاريل آهن. سندس سنڌي شاعري ته پلوڙ آهي پر سندس سرائڪي بيت ۽ ڪافيون روانيءَ ۽ ٻوليءَ جي حُسن جي حوالي سان وڏيڪ متاثر ڪن ٿيون."

هن ڪتاب ۾ لقمان ڪوڪر ڌرتيءَ جا درد شاعريءَ ۾ اوتيا آهن.

لوڪ شاعريءَ جي سيني صنفن ۾ هن سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي سورن ڪي سمايو آهي. ڪجهه چونڊ شعر اوهان جي خدمت ۾ پيش ڪجن ٿا:

**سنڌڙيءَ جا سور**

ڪهڙا سور لکان سنڌ جا، سنڌ ڏني دانهن
رت پي رهزن ويا، جيئن چاڙهي پيئن چانهن
ٻيلي منهنجي ٻانهن، ڇڏايو لٽيرن کان 'لقمان' چئي

ڪهڙا سور لکان سنڌ جا، آ سنڌ سان وڏو ويل
ٿا ڏوهي گهمن ڏيهه ۾، آ جهانگيئڙن لئه جيل
نه ٿو هٽي نيل، ڪو لٽيرن کي لقمان چئي.

ڪهڙا سور لکان سنڌ جا، آ سنڌ ۾ لڄا لٽ
غيرت وئي غرق ٿي، آ رڳو گولين گُوگهٽ
ڪڍي نه ٿو ڪٽ، ڪو لٽيرن کي'لقمان' چئي.

ساڳيا سنڌي ساڳي سنڌ، دل نه تنين ساڳي
ساڳيا ٻاڳيا ساڳي ٻونءِ، پر نه ساڳيا ٻاڳي
ٻاڻ پيڙن ٻاڻ کي، نه سندن ڪائي سُجاڳي
جنين ننڊ نياڳي، سي لوڙين پيا 'لقمان' چئي.

سوڙهو ڪرين ساڙيلا، ڏلا تون درياهه
موڳا هن مهراڻ ۾، سانگيئڙن جو ساهه
لوڏي ڪيندئي لاهه، لاکيئڙا ' لقمان' چئي.

...

موڳا هن مهراڻ کي، ٿو ڏلا وجهين در

ماري وجهندئي ماروئڙا، هاري ڪٽي هر
ڪري ڪنڌيءَ قبر، لـَـٽيندئي ’لقمان‘ چئي
موڳا هن مهراڻ تي، ٿو ٽاهين ڪالا ڏيمر
سانگيئڙن جو سنڌوءَ سان، پڪو اٿئي پريمر
گندي تنهنجي گيمر، لڙهي وبندي لقمان چئي.

هن دور ۾ هر قسم جي دهشتگردي وڌندي پئي وڃي، جنهن سبب جيئڻ جنجال ٿي ويو آهي. هر باشعور ماڻهو ان خلاف پنهنجي وِت ۽ وس آهر اُٿي بيٺو آهي. شاعر ۽ ليکڪ عوام ۾ سجاڳي آڻڻ ۽ اتحاد مضبوط ڪرڻ لاءِ پنهنجي ذات ڪتب آڻين پيا. لقمان ڪوکر بہ ساٿن گڏ "دهشتگردي مرده باد" جو نعرا هڻي ٿو.

### دهشتگردي مردھ باد

دهشتگردي مردھ باد
وحشتگردي مردھ باد
روزانو ڏس، ڪير ڪُسن ٿا
نفرت گردي مردھ باد
اغوا، گوليون، بمر، بندوقون
ڪُلفت گردي مردھ باد
ڏيھہ جا ڏوهي، رِها رُبين ٿي
رشوت گردي مردھ باد
قسمر تي ڪوڙي، ڏين گواهي
ڪُپتگردي مردھ باد
مظلومن جا حق هضمر ٿيا
خيانت گردي مردھ باد
ڪوتن قيدي، هاري ناري

دولت گردي مرده باد
لچالت جو روز ڏنڊو آ
نحوست گردي مرده باد
روز ملاوت، چور بازاري
بچت گردي مرده باد
لقمان ملن ٿا، لاش ٻورين مان
ظلمت گردي مرده باد

10 هين آگست 1994ع تي ڪاڇي جي ٻوڏ ستايلن لاءِ وقت جي وزيراعظم محترمه بينظير ڀٽو کي سگهڙ فقير محمد لقمان ڪوڪر 'جيڪي ڏٺو مون' ۾ اپيل ڪندي چئي ٿو:

وزيراعظم آءُ، ڏسي وڃ
ڳاج نئن جا ڳهاءُ، ڏسي وڃ
بند ٽُٽي پيا، جاٽئون ڪاٽئون
پاڻيءَ جا پڙلاءَ، ڏسي وڃ
بند مرامت، ڪنهن نه ڪيا ها
هڙني جو ته، حياءُ ڏسي وڃ
انجنيئر اي سي، سرويئر ايسڊيا
چا پيا ڪن هت، چاءُ ڏسي وڃ
رات انڌيري، جاڏهون ڪاڏهون
چولين جو چَڪاءُ، ڏسي وڃ
جنهن جا ٻچا ويا، جنهن جيءَ هنج مان
سا روئي ويٺي، ماءُ ڏسي وڃ
ڪاٺڙ پيٺڙ لئه، ڪجهه نه بچو آ
بک تي پينر ياءُ، ڏسي وڃ
ڳوٺن جا هت، ڳوٺ لڙهي ويا

ڪنهن نہ آيو ڪمڪاءَ ڏسي وڃ
شهداد ڪوٽ، قمبر، وارهہ، دادو
لاشن جا تہ لقاءَ ڏسي وڃ
جوهي منڇر آنچر تي وئي
ٿا لاش تَرن، تلاءَ ڏسي وڃ
امداد ڏني تو، ٻوڏ ٻُڏن لئہ
دَلن جا هت داءَ، ڏسي وڃ
راشن پاٽي، پاڙ ويا ڪائي
ٺلها تن نڪاءَ، ڏسي وڃ
آتو داليون، گيهہ ۽ چانور
ڪو نہ مليو آ، پاءُ ڏسي وڃ
غريب بندن تي، ٻُڪ مرن ٿا
پاڙ ڪائن پُلاءَ، ڏسي وڃ
هي افسر شاهي، تنهنجا ڪامورا
ٿا ڪو نہ لهن، سماءُ ڏسي وڃ
ميمبر، ڪارڪن، وزير سڀ گورا
پيٽ ڀرن ٿا، هاءِ ڏسي وڃ
بلاول صدقي، بکين ڏکين سان
وڏن جو ورتاءُ، ڏسي وڃ
ڪئمپن ۾ هت، ٻوڏ ٻُڏن سان
آفيسرن جو اتڪاءُ، ڏسي وڃ
لاش لڙهي، ’ لقمان‘ لکين ويا
پوءِ بہ چون ٿا، بچاءُ ڏسي وڃ

## لوچون ڏس لقمان جون!

سگهڙ محمد لقمان کوکر هن دور جو هڪ مڃيل سگهڙ آهي بلڪ جيڪڏهن ائين لکجي ته وڌاءُ نه ٿيندو ته هن دور جي نالي وارن سگهڙن منجهان هڪ آهي. ريڊئي، ٽي ويءَ تي پڙهڻ، ڏسڻ سان گڏ مون سانٽس ڪچهريون به ڪيون آهن ته وري سندس ڪتاب لاتيون سڻ لقمان جون ۽ لعل ڪٽا لقمان جا پڙهيا به آهن. جن جو مختصر تعارف به هتي پيش ڪيو ويو آهي. سندس هيءَ ڪتاب به نظر مان ڪڍيو اٿم. سندس ٽنهي ڪتابن ۾ لوڪ ادب جون مڙيئي صنفون سمايل آهن. سگهڙائپ جي فن جي روايت ۽ قانون مطابق هر هڪ ڪتاب جي ابتدا حمد ۽ نعت سان ڪئي وئي آهي. هيءَ همراهه عملي زندگيءَ ۾ به هر ڪم جي شروعات الله پاڪ جي نالي سان ڪندو آهي. اِهو ئي سبب آهي ته سدائين سندس بيڙا پار هوندا آهن.

سندس هن ڪتاب ۾ ڪجهه نوان موضوع به شامل ٿيل آهن. سنڌو درياهه جي 2010ع واريءَ ٻوڏ کي به موضوع بڻايو اٿائين. جنهن پاڪستان خاص ڪري سنڌ ۾ جيڪا تباهي مچائي اُن جو مثال نه ٿو ملي. فقير لقمان چئي ٿو ته:

لکين لڙهيا انسان، ڪير پريندو؟
هيڏو هيءُ نقصان، ڪير پريندو؟

ٽوڙهي بند کي بم هنياڻون
سنڌ ڪياڻون سنسان، ڪير پريندو؟

گڏوءَ، سکر تي زور وڏو آ
الله ڏيندس امانَ، ڪير پريندو؟

جيڪب آباد، جعفرآباد ٻوڙي ھليو
پاٽي بلوچستان، ڪير پريندو؟

'ڪير پريندو؟' جي موضوع تي سندس اھو شعر 19 بندن تي ٻڌل آھي، جنھن کي اسان واقعاتي بيتن / شاعريءَ ۾ شمار ڪري سگھون ٿا. ٻوڏ واري واقعي جو لقمان اکين ڏٺو شاھد ٿي واقعا بيان ڪندو وڃي ٿو. ان ريت سگھڙ پنھنجيءَ ٻولي جي تاريخ محفوظ ڪئي آھي. اھڙيءَ ريت طوفاني برسات، بجليءَ جي لوڊ شيڊنگ ۽ موبائل فون کي بہ موضوع بڻايو اٿائين.

ھن ڪتاب ۾ سگھڙ محمد لقمان ڪوڪر جي شعور جو جوڀن نظر اچي ٿو. مَنجھنس قوم جي ترقيءَ جو وڏو اونو نظر اچي ٿو. سندس شاعري پڙھي اُستاد بخاريءَ جون سڪون لھن ٿيون. يقينن مٿس اُستاد بخاريءَ جو اثر ھوندو. اِھو ئي سبب آھي تہ سگھڙ محمد لقمان جي شعور ۽ مقصد ۾ اُستاد بخاريءَ جي شخصيت ۽ ڪلام جو ھُڳاءُ اچي ٿو. ھِن ھمراھہ پنھنجي ڪتاب ۾ غزل جي صنف تي بہ طبع آزمائي ڪئي آھي. غزل جو اصل موضوع عورت سان ڳالھيون ڪرڻ، سندس سونھن بيان ڪرڻ، زلفن جي پيچن ۽ سينگار جون ڳالھيون ڪرڻ وغيرھہ آھي پر ھِن ھمراھہ غزل ۾ بہ ڌرتيءَ جون دانھون ۽ آھون پريون آھن.

رھيل ھڪ آن جي ٻوري ھئي، سا بہ برسات لوڙھي وئي
تَرِڻ لاءِ پيندي تُوري ھئي، سا بہ برسات لوڙھي وئي

ھن ھمراھہ غزل جي اصل روايت کي ٽوڙي "معاشرتي غزل" جي عنوان سان غزل کي نئون رنگ ڏنو آھي. مثال:

غريب جي چُلھہ ٻري نہ ٿي
امير جي چُلھہ ٺري نہ ٿي

ھو امداد، زڪوات وٺنو ڪائي

هن لاءِ حڪومت ڪري نہ ٿي

مان 'لقمان لکڻ تي مجبور آهيان
سچ سِوا منهنجي، سَري نہ ٿي

ساڳيءَ ريت ڪافيءَ ۾ بہ هُن مختلف موضوع آندا آهن. محمد لقمان اڄ جي سياستدان کي بہ آئينو ڏيکاريو آهي. ان کان سواءِ لاڙڪاڻي ۽ قمبر - شهداد ڪوٽ ضلعن جي تاريخ / جاگرافي بہ بيان ڪئي اٿائين. لاڙڪاڻا ميڻا [redacted] قمبر عنبر آ ۾ ٻنهن ضلعن جو مڪمل تعارف ڪرايو اٿائين. اُتان جا بزرگ، شاعر، اديب، ذاتيون، ڳوٺ، شهر، شخصيتون، ڪاڌا پيتا وغيره ڏاڍي سهڻي انداز ۾ بيان ڪيا اٿائين.

ڏهس ڏکي صنف آهي پر وڏي پائي جا سگهڙ ان تي طبع آزمائيءَ کي لازمي سمجهندا آهن ڇاڪاڻ تہ سگهڙ جي ذات جي پرک جو هڪ ماپو ڏهس بہ آهي. محمد لقمان ڪوڪر ڏهس ڪان بہ اڳتي نڪري ٽيهس، چاليهس تي پهتو آهي. ڪتاب مان سرائڪي ٽيهس پڙهي سندس ڪاريگريءَ جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. ڪتاب ۾ هنر، ڏور بيت، رسالو ڳجهارت، قلندر سائينءَ، سچل سرمست ۽ تغي شاهہ باداهيءَ بابت شعر، سينگار، ڪي ٿي اين. ايڪتا جو ڏينهن، پهاڪا، مورو جمالو همرچو لولي ۽ نصيحت جا بيت ڏنل آهن.

محمد لقمان ڪوڪر جي هن ڪتاب پڙهڻ سان ماڻهون سوچڻ ۽ لوچڻ تي مجبور ٿي پئي ٿو. مون کي پڪ آهي تہ هيءَ سوچ ۽ لوچ ضرور ڪو ٻُوٽو ٻاريندي. بجليءَ جي لوڊشيڊنگ ملڪ جي سڄي عوام کي تاراج ڪري ڇڏيو آهي. بجليءَ جي ان بحران تي لقمان ڪوڪر چئي ٿو.

**بجليءَ جو بحران**

واهہ جو بجلي، تنهنجو ٻرڻ آ

انهيءَ ٻـرڻ ڪان، سُـنو مرڻ آ
چوويھ ئي ڪلاڪ چـَت هِـن تمنجا
وڏا هي اندر ۾ ڦـَـت هـِن تنهنجا
منٿ ۾ تنهنجو اچڻ وڃڻ آ

مانيءَ مهل پيي، تنهنجي آ تعدي
ماني تہ جهڙي ڪاڏي نہ ڪاڏي
نصيب اونده ۾ بسيون چـَـتـِڻ آ

ڏهن ڪلاڪن ۾ بلب پيي نہ ٻارين
مريضن ڪي تي، گهر ۾ مارين
گرميءَ ۾ ڏاڍو ڏکيو ٿيو جيئڻ آ

لوڊشيڊنگ آ، تنهنجي جاري
ٽائيم نہ ٽيبل، توبهن زاري
ماڻي ٽاٽي، تنهنجو هلڻ آ

درزي وينا دُعائون گهـُرائن
ڪيئن ڪاريگر مـِشن هـَلائن
جن جي روزي، ڪپڙا سـِبـَڻ آ

نڪي چـَڙهايون، نڪي پـِيسايون
اٽي بنا ڪيئن ماني پچايون
بک تو ماريو، ڪمڙو بچڻ آ

منٿ بہ تي ٽا مـَس هـَلايون
ٻـِل چڏن ٽا دِل دَهلايون
بيهوش تي پو ڪـِري پوڻ آ

' لقمان' لُٽيو آ، بجليءَ هاڻي
اجان تہ اڳتي الله جاڻي
پاڻ ساڻ ٽيڻو ڪمڙو پـَسڻ آ؟

محمد لقمان هڪ باشعور سگهڙ آهي. پنهنجيءَ ڌرتيءَ ۽ ڌرتيءَ جي عوام جي هر ڏک ۽ سُک کي محسوس ڪندي اهنجن، اُرهه زوراين، ڏاڍ، ڏَمر، بيوفائين ۽ منافقتن تي تڙپي ۽ لُڇي ٿو. دانهون، ڪُوڪُون ۽ پنهنجن کي منٿون به ڪري ٿو ته خُداءِ کي ميجو ڏاها ٿيو. ڌرتيءَ لاءِ ڪجهه ڪريو. پاڻ مان بُرايون ختم ڪريو! تعليم جي تباهي ختم ڪريو!

## اي سنڌ جا سياستگرو

اي مانَ وارا منسٽرو
اعليٰ علم جا ماهرو
اي محققو دانشورو
پر سوچو ڪجهه تعليم تي
عين، لام ۽ ميم تي
دل منهنجي جهُرندي وڃي
تعليم تي مرندي وڃي
قوم تي ڪرندي وڃي

هي درس گاهون دوستو
ٿيون چرس گاهون دوستو
بي ترس گاهون دوستو
جڻ مرض گاهون دوستو
اسڪول واڙا مال جا
اسڪول چارا مال جا
غيرت صفا ٿي ٻُڏندي وڃي
تعليم تي مرندي وڃي
اُستاد تو اسڪول ۾

طاقت ڏيکاري رُول ۾
رکو پان آهي ڏُول ۾
سگريٽ، سُلفي معمول ۾
سيکاريندو ڇا ٻار کي؟
مستقبل جي معمار کي
تربيت تي ترندي وڃي
تعليم تي مرندي وڃي

هر ڪو نقل تي شير آ
ڊگرين جو سڀ کي ڍير آ
نہ ڪُجهہ وارو ڪير آ؟
انڌير هت انڌير آ
پئسين ملن پيون مارڪون
سفارشون ۽ پارٽون
رشوت وڌي وڌندي وڃي
تعليم تي مرندي وڃي

اسڪول کان بنا ٻارڙا
اُس تي پڙهن ويچارڙا
ڪي ڀُورڙا، ڪي ڪارڙا
ڪائي صبح جو ڪارڙا
پيادل هلن اسڪول ڏي
سڀ پيا سڙن اسڪول ڏي
ڌرتي مٿان تَپندي وڃي
تعليم تي مرندي وڃي

سي فنڊ سڀ روڙي ويا
آفسر مٿان لوڙهي ويا

بيڙو سڄو ٻوڙي ويا
رڪارڊ ئي ٽوڙي ويا
نہ ڏنائون ربيو اسڪول ۾
ڪرسي نہ هڪ شيڊول ۾
ٻـُڪ تي صفا چرندي وڃي
تعليم تي مرندي وڃي
پنهنجو جي زندهہ نام ڪيو
تعليم تي ڪجھہ ڪام ڪيو
تعليم نہ نيلام ڪيو
تعليم کي پـَر عام ڪيو
مسڪين ٻي پڙهندو رهي
مسڪين ٻي چڙهندو رهي
دل تي ايئن چوندي وڃي
تعليم تي مرندي وڃي
'لقمان' پڙهي هي لعل ٿين
پو قوم جي ڪا ڍال ٿين
هن سنڌ جا رکوال ٿين
محبت سان مالا مال ٿين
شيطان نہ تہ شملو ڪندو
هيٺو ڏِسي حملو ڪندو
اڄ ٻاهہ تي ٻرندي وڃي
تعليم تي مرندي وڃي
تعليم تي مرندي وڃي

226 صفحن تي آڌاريل ڪتاب 'لوچون ڏس لقمان جون' ايلسا پبليڪيشن حيدرآباد 2013ع ۾ شايع ڪرايو. جيڪو آغا نور محمد پٺاڻ

ڪي اَرپيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ واحد ڪانڌڙي پبلشر نوٽ، ثقافت کاتي جي ڊائريڪٽر جنرل منظور احمد ڪناسري پيغام ۽ ڊاڪٽر بدر اُجڻ مهاڳ لکيو آهي جڏهن تہ ڊاڪٽر ڪمال جامڙي، ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ، احمد خان سُهاڳ ۽ محمد ايوب واهوچي جا وِيچار بہ شامل آهن.

**لوڪ رنگ لقمان جا (سگهڙ محمد لقمان ڪوڪر جو ڪلام)**

هيءُ ڪتاب سنڌ جي ثقافت کاتي 2015ع ۾ شايع ڪرايو آهي، جيڪو مُون ترتيب ڏنو آهي. ڪوڪر صاحب جو نِلو هيءُ چوٿون ڪتاب آهي جنهن ۾ سگهڙائپ جون لڳ ڀڳ سموريون صنفون سمايل آهن. جهڙوڪ: حمد ۽ ثنا وارو ڪلام، ڏور بيت، سچا سخن، ڀاڪا بيت، هنر، ڏٺ پرولي، رسالو ڳجهارت، سنڌيءَ ۾ گرچيلا / ڳاٽوءَ جا بيت، ست سُري، سينگار جا بيت، ڏهس، ويهس، ٽيهس، ٽيهہ اکري ٻاونجاهہ اکري، مهينا بيت، مناظرا، ڪافيون ۽ سرائڪي ڪلام وغيرهہ.

سگهڙ محمد لقمان ڪوڪر ڦيريون دفعو ٻاونجاهہ اکري لکي آهي، جنهن کي هِن ڪتاب ۾ شامل ڪيو ويو آهي. هُن ٻاونجاهہ اکريءَ کان سواءِ منهنجيءَ فرمائش تي ڪجهہ مناظرا بہ لکيا آهن، جن ۾ اڄ جي دور جي اهم مسئلي گوسڙو ماستر کي بہ نِنديو ويو آهي. ان مناظري جا چوند ٽڪرا ڏجن ٿا:

سگهڙ: هڪ ڏهاڙي هلندي پئي وَٽيون آيس واٽ
تہ بہ ماستر پاڻ ۾ ڪيون بينا ها آٽ
هڪ هو پڙهائيندڙ پيارو، ٻيو هو گوسڙو گُسات
پڙهائيندڙ چيو گوسڙوءَ کي مُٺا! ڪري وڄ ماٺ
نہ تہ لوٽڻ يَـر لَـپات، لڳندئي هاٽي لقمان چئي

گوسڙو: چـو لڳندي هاٽي لقمان چئي؟ تون وري ڪهڙو آهين پاڙهو؟

پـَلال پـِنين تو شاگردن کان، اچي وڏو پـِريو تي واڙو
ڪنهن ڇوڪري کان تو ڇيلو ونين، ڪنهن کان تـتر تاڙو
پـنج ڪـُڪــڙ پاس ٽيڻ جا، وڏو راشي آهين راڙو
اهڙو هٽين ڏاڙو پوءِ بي مان خراب آهيان ڪوڪر چئي!

پاڙهو: ها! خراب آهين ڪوڪر چئي، ڪو شرم اکين ۾ ڏار
پـَگهـار ونين تـو پـُـوري، ڇــو نـ تو پڙهائين ٻار؟
هيءُ پيغمبري پيشو آ تنهن کي ڪيو تي خـُوار
سچ ڇوڙ تي تو سـُچي وڃين، کوٽا ڪائين تو خار
ڪجهه پاڻ سـُڌار، ڪر خوف خـُدا جو ڪوڪر چئي!

گوسڙو:اڳتي نـ گسائيندس ادا! اوهان مون کي سـُـٺو سمجهايو
گوسڙوءَ پڙهائيندڙ کي پيرين پئي، پائي پاڪر پرچايو
اوهان ڪتيو ' ڪوڪر' چئي، مون آ گوسڙوءَ هارايو
فيصلي اسان جي تي 'فقير سگهڙ لقمان' بي آهي آيو
تنهن مون کي ويهي آ ٻول ٻـُڌايو تـ علم کي آباد ڪريو
آباد ڪريو

ڪوڪر صاحب ڀاڪي بيت ۽ رسالي ڳجهارت جو بـ ماهر آهي. هـُـن اِنهن ٻنهي صنفن کي اوج تي پهچائڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي آهي. سندس رسالي ڳجهارت مان لڳي ٿو تـ هـُو لطيفيات جو بـ ماهر آهي. مثال لاءِ سندس هينيون رسالو ڳجهارتون پڙهو!

**سريمن ڪلياڻ**

ڏيڻي: نالو نالو ٻولي، ٻولي، وهمين، ٻولي، ماٺهونءَ جي، پاٽيءَ جي، ڦــِـتڪاريل، مٽيون ٽيو.

ڀيڃڻي: نالو = عاشق، نالو = عزازيل، ٻولي = ٻيا، ٻولي = مڙيئي، وهمين =

سـَـڏڙيا. ٻولي = منجهان، ماٺهونءَ جي = سڪ. پاٽيءَ جي = سبيل. ڦتڪاريل = لعنتي. مٽيون ٿيو = لعل ٿيو.

سڄي:

عـــاشـق عـزازيل، ٻيا مڙيئي سـَـڏڙيا
منجهان سـِـڪ سبيل، لعنتي لعل ٿيو

## سر سهڻي – 01

ڏيٺي: مٿي، گهوڙي جو نار نالي، ڪکن جي، ماٺهونءَ جا، ٻوليءَ جا، ٻولي، ٻولي، لوهہ جا، نار نالي، ماٺهونءَ جا، نر نالي جا.

پيڇٽي: مٿيءَ جو = گهڙو، گهوڙي جو = پڇڻ / پڳو، نار نالي = مـُـنڌ، ڪکن جي = مٿي، ماٺهونءَ جا = وسيلا، ٻوليءَ جا = ويا، ٻولي = تهان، ٻولي = پوءِ، لوهہ جا = سـُـٿا، نار نالي = سهٽي، ماٺهونءَ جا = سڏ، نر نالي جا = ميهار جا.

سڄي:

گهـَـڙو پڳو مـُـنڌ مـُـٿي، وسيلا ويا
تهان پوءِ سـُـٿا، سهٽيءَ سڏ ميهار جا

## سر سهڻي – 02

ڏيٺي: ٻولي، نالو نالو ٻولي، مال جي، ڪپڙي جون، پهتل، ذات، جنڊ جي، نہ، ماٺهونءَ جي، نہ، ڪکن جو جر جو عضوو، ڪاڄ جو نار نالي، حساب جو درياهہ جي.

پيڇٽي: ٻولي = هٿي، نالو = طالب، نالو = حق، ٻولي = جي، مال جي = تو ڏي، ڪپڙي جون = لاڪون، پهتل = توڙ، ذات = ملاح، جنڊ جي = مڪڙي، ماٺهونءَ جي = ٻڏي، ڪکن جو = نوڙ، جر جو = پاٽي، عضوو = پني، ڪاڄ جو = ٻوڙ، نار نالي = سهٽي، حساب جو = ليکو درياهہ جي = سير.

سجي:

هُــئي طالب حق جي، توڏي لاڪون توڙ
نـ مـلاح نـ مـَـــڪـڙي، نڪي بـَـــڏي نوڙ
پاڻي پـنيءَ ٻوڙ سـُــهـڻيءَ ليکي سـِــير ۾

شاهه سائينءَ جي پيغام کي هي سُگهڙ پکيڙيندا رهندا آهن. رسالي ڳجهارت وسيلي شاهه صاحب جو پيغام نـ رڳو سـَوَلائيءَ سان پکيڙي سگهجي ٿو پر ان کي سمجهائي بـ سگهجي ٿو.

ڀاڪا اسان جي روز مرهه جي ٻوليءَ مان گهـَـٽبا پيا وڃن. انهن کي محفوظ ڪرڻ ۽ نئين نسل تائين پهچائڻ لاءِ هي سگهڙ تمام سـُـنو ڪردار ادا ڪري رهيا آهن. ڀڻڪي کي ساندڻ جو بهترين طريقو هي ڀاڪا بيت آهن جن تي محمد لقمان ڪوڪر کي تمام گهڻي مهارت حاصل آهي. مثال لاءِ هيٺيون ڀاڪو بيت پڙهو!

ٿوهه تـِـڙڪائي ٿانڊن تي، پـِـيهين ڪٽي ڪر پاهه
تـ بـ مـِـنو اِهــو مـُـور نـ ٿئي، آ تو کي مـَـرد مـُـبــاح
گـِـلا خـــور بـ گـِـلا ۾ آ گـُـم ايـــئن گـُـمــراهه
تون ڏِينس لک 'لـُـقمان' چـِـٽي تـ بـ هـٿندو نـ همراهه
ڏوبي مـَـــنجهه درياهه، اوجهه نـ ڇـڏي اوجهري

سندس هن ڪتاب ۾ لوڪ گيت. چوسٽا. ڪافيون ۽ غزل بـ ڏنا ويا آهن. عام طور تي سگهڙ سگهڙائپ وارين صنفن تي شاعري ڪندا آهن پر هن همراهه غزلن سان بـ سٺو نڀايو آهي. سندس غزلن ۾ روايتي موضوع سان گڏ معاشري جا ڏک سور، هدايت جا سبق ۽ ڏوراپا بـ سمايل آهن.

نـ وڃجي در ڪنهن جي، دور اهڙو آيو آ.
نـ وڃجي گهر ڪنهن جي، دور اهڙو آيو آ.

لڳو لقمان واءُ اهڙو اُهي رشتا رهاڻيون ويون،
نہ وڃجي پر ڪنهن جي، دور اهڙو آيو آ.

محمد لقمان کوکر هن دور جي سگهڙن ۾ تمام گهڻي مٿانهين حيثيت رکي ٿو. اوهان جڏهن سندس هيءُ ڪتاب پڙهندا تہ پاڻ ٿي واهہ واهہ ڪندا. کيس بهترين سگهڙائپ تي سنڌ جو وڏو اعزاز شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ايوارڊ 2013ع بہ ملي چُڪو آهي. ٻين ايوارڊن ۾ هيٺيان ايوارڊ شامل آهن.

گولڊ ميڊل- 1996ع سنڌ سگهڙ سنگت ڀلائي تنظيم لاڙڪاڻي، شهباز ايوارڊ 1996ع شهباز ميلي ڪاميٽي دادوءَ، جلال کٽي ايوارڊ 2002ع جلال کٽي يادگار ڪاميٽي دادوءَ، لوڪ ادب ايوارڊ 2003ع سنڌي ٻولي اختياري حيدرآباد، فقير محمد ملوڪ عباسي ايوارڊ 2005ع عباسي ڪلهوڙا تنظيم سنڌ لاڙڪاڻي، مخدوم بلاول ايوارڊ 2005ع مخدوم بلاول يادگار ڪاميٽي دادوءَ، ڏات ڏٽي ايوارڊ 2005ع اڪيڊمي ادبيات پاڪستان ڪراچيءَ، مچتا ايوارڊ 2005ع سنڌ سگهڙ سنگت ڀلائي تنظيم سکر، ميان عبدالرحمان ايوارڊ 2006ع ميان عبدالرحمان ڪاميٽي دادوءَ، عيدميلادالنبي ايوارڊ 2007ع خانئہ فرهنگ جمهوري اسلامي ايران ڪراچي سنڌ، ثناءِ رسول ايوارڊ 2007ع، جلال کٽي ادبي ايوارڊ 2008ع، پير تقي شاهہ ايوارڊ 2009ع پير تقي شاهہ يادگار ڪاميٽي باڊهہ، توقير اهلِ قلم ايوارڊ 2010ع اڪيڊمي ادبيات پاڪستان سنڌ ۽ خانا فرهنگ جمهوري اسلامي ايران ڪراچي سنڌ، شهيد بينظير ڀٽو ايوارڊ 2011ع ضلعي حڪومت لاڙڪاڻي، شهباز ايوارڊ 2014ع شهباز ميلي ڪاميٽي ڄامشوري ۽ سچل سرمست ايوارڊ 2014ع سچل سرمست يادگار ڪاميٽي خيرپور کيس ڏنا.

الله سائين کيس وڏي ڄمار ڏئي ۽ صحت سلامت رکي. آمين!

مددي ڪتاب:

1. لاتيون سڻ لقمان جون ( سگهڙ محمد لقمان ڪوکر جي زندگيءَ جو احوال ۽ ڪلام) مرتب: ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ، سنڌ سگهڙ سنگت پلائي تنظيم، 1995ع
2. لعل ڪٽا لقمان جا، بلاول برادران، ڳوٺ مصطفيٰ آباد، ضلعو لاڙڪاڻو 2002ع
3. لوچون ڏس لقمان جون (لوڪ شاعري) ترتيب: محمد ايوب واهوچو ايلسا پبليڪيشن حيدرآباد 2013ع
4. ڪچهريءَ جا مور، ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو، ثقافت کاتو سنڌ حڪومت 2013ع
5. لوڪ رنگ لقمان جا (سگهڙ محمد لقمان ڪوکر جو ڪلام) مرتب: ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو ثقافت ۽ سياحت کاتو سنڌ حڪومت 2015ع
6. سگهڙ محمد لقمان ڪوکر سان مختلف وقتن تي ٿيل ڪچهرين مان مليل ڄاڻ

# سُگهڙن ۽ سُگهڙائپ جو پُر امن سماج اڏڻ ۾ ڪردار

سنڌي سماج ۾ سهپ، رواداري، ماڻهپي ۽ ميٺ محبت پيدا ڪرڻ لاءِ سُڄاڻ ۽ ساڃا هوند ماڻهن پنهنجو پنهنجو ڪردار ادا ڪيو آهي. امن امان برقرار رکڻ حڪمران طبقي جي بنيادي ذميواري رهي آهي. ان طبقي پنهنجي اها بنيادي ذميواري ڪيتري قدر پوري ڪئي آهي؟ اهو هڪ الڳ سوال آهي، جنهن جي جواب لاءِ ڪنهن ٻيءَ ڪانفرنس ۾ ڳالهايو ويندو . اڄوڪيءَ ڪانفرنس جي موضوع جي مناسبت سان هتي سنڌ جي سُگهڙن ۽ سُگهڙائپ جو ذڪر ڪجي ٿو.

سنڌي سگهڙن سماج کي پرامن، پر سُڪون ، پيار، محبت ۽ ڀائيچاري واري سماج ٺاهڻ لاءِ تمام وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي.

سنڌ جي تاريخ جو مطالعو ڪجي ٿو تہ ان جي هر دور ۾ سُگهڙ امن ۽ محبت جا سفير رهيا آهن. سنڌي شعر ۽ ادب جو رڪارڊ ٻارهن تيرهن سؤسالن کان ملي ٿو، ان سموري ذخيري ۾ لوڪ ادب جو تمام وڏو حصو آهي.

اسان وٽ عام تاثر اهو آهي تہ اسان جا اديب ۽ شاعر گهڻي ڀاڱي قلمي جنگ وڙهندا آهن . علمي ميدان کان ڪجهہ پري هوندا آهن. جڏهن تہ سُگهڙ اهي تخليقڪار آهن، جيڪي عملي ميدان ۾ هڪ سماج سڌارڪ وانگر جاکوڙيندا آهن. هنن جا سينا ميٺ محبت ۽ قرب ونڊڻ لاءِ هر وقت آتا هوندا آهن. هو گهمندي ڦرندي، اٿندي ويهندي پيار جي پرچار

ڪندا رهندا آهن. اسان جو عام اديب ۽ شاعر پين ۽ پني جو محتاج هوندو آهي، جڏهن تہ سگهڙ وٽ اهڙي محتاجي ناهي، هو پنهنجيءَ زبان وسيلي ڏور بيت، پهاڪا ، آجيان جا بيت ، ڳجهارتون ۽ ٻيا اسم ڏيندو ۽ وٺندو رهندو آهي.

سدا آئين سڄڻان، جاني هُجئي جَسُ
اکين عيد ملهائي ، روح اچي ويو رَسُ
جنهن دڳ دلبر آئين ، سو پيچرو پارسُ
دَرَ دُرُ پانئيان، سو ، گوهر سارو گَسُ
سدا ويڙهي وَسُ . هميشہ هُج هدايت علي چئي .

(سگهڙ ڪچهري ڪلام فقير هدايت علي رڏ، ص: 230)

سنڌي لوڪ شاعريءَ جو چٽو رڪارڊ سومرن جي دؤر کان ملي ٿو. پڻ ، پان ۽ چارڻ شاعريءَ وسيلي ماڻهن کي وندرائيندا بہ هئا تہ سندن فڪري تربيت بہ ڪندا هُئا . ساڳي وقت حاڪمن جون خوبيون ، خاميون ۽ ملڪ ۾ ٿيندڙ مختلف واقعا . قصن ۽ شاعريءَ وسيلي بيان ڪري عوام کي باخبر رکندا هئا. ڪين ان زماني جي ميڊيا چئجي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو.

سندن شاعري حڪمرانيءَ لاءِ عوام وٽ راءِ جوڙڻ جو ڪم بہ ڏيندي هئي تہ زندگيءَ کي پُر اَمن ۽ ميٺ محبت سان گذارڻ جو دڳُ بہ ڏيکاريندي هئي. سنڌي شاعريءَ جون، جيڪي ابتدائي صنفون مليون آهن، انهن ۾ ڳاهُون ۽ گنان اهم آهن.

ڳاهہ بيت جو هڪ قسم آهي. جنهن تي سگهڙن طبع آزمائي ڪئي آهي. خاص طور تي ڪنهن قصي دوران ان سان ٺهڪندڙ بيت ڏيڻ تمام گهڻا مشهور آهن. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب اهڙن قصن تي ٻڌل هڪ ڪتاب " ڳاهُن سان ڳالهيون " ترتيب ڏنو آهي.

ڳاهن ۾ تفريح ، طنز ، بهادريءَ ، ڪانئرائپ ، ڪوتاهيءَ ، حسن ۽ عشق جي موضوع سان گڏ هدايت ۽ نصيحت بہ شامل هوندي هئي.

ڏمرڻ سوناري جو واقعو اروڙ جي حڪمران دلوراءِ جي دربار سان ڳنڍيو وڃي ٿو جيڪو سومرن جي دور کان اڳ ٿي گذريو آهي ان حوالي سان ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکي ٿو تہ "هڪ پيري جوتشيءَ راجا کي ٻڌايو تہ "راجا جي ڌيءَ جي شادي راجا جي وزير ڏمرڻ سوناري جي پٽ سان ٿيندي . اهو ٻڌي راجا . ڏمرڻ جا پنج ئي پٽ مارائي ڇڏيا ۽ ڏمرڻ کي شهرنيڪالي ڏئي ڇڏي، جلا وطنيءَ واري زماني ۾ ڏمرڻ کي ٻہ پٽ ڄاوا . جيڪي وڏي ٿيڻ تي اروڙ ۾ اچي رهيا. انهن مان ننڍي جي ملاقات هڪ پيري شهزاديءَ سان ٿي وئي ۽ هوءَ مٿس عاشق ٿي پئي .آخر شهزاديءَ جي شادي ان سوناري ڇوڪري سان ٿي. ان قصي جي وچ تي ڳاهون ملن ٿيون". ( سنڌي ادب جي تاريخ ص: 80)

ان قصي جي هڪ ڳاهہ هتي مثال لاءِ ڏجي ٿي، جنهن ۾ نصيحت جا نقطا شامل آهن. ٻڌندڙ جڏهن اهو قصو ٻڌي تہ تفريح سان گڏ پنهنجن روين ۽ ڪردارن ۾ بہ تبديلي آڻي.

اڪ نہ ڪجي ڏنڊڻو ، سپ نہ ڪائجي ماهہ
اُتي نہ لائجي نينهڙو ، جتي ٿئي نہ جيءَ وٺاءَ
تن سونارن الا، مون منُ موهيو وي.

( سنڌي ادب جي تاريخ ص: 80)

سُگهڙن پنهنجي پنهنجي دور جي مسئلن ۽ واقعن کي سامهون رکي سُگهڙائپ ۾ موتي پويا آهن. ابتدائي زماني کان وٺي هيل تائين جيڪڏهن جائزو پيش ڪنداسين تہ تمام گهڻو وقت ۽ هزارين پناڪپندا . مان هتي مختصر هن دؤر جي ڪجهہ سگهڙن جي شاعريءَ مان مثال ڏيندس.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ جن سُگهڙن . سُگهڙائپ جي فن کي عروج تي پهچايو آهي. انهن ۾ محمد ملوڪ عباسي، بيڙو فقير ڪنڀار، فقير هدايت علي رڏ، عبدالرحمن مهيسر، محمد لقمان ڪوڪر، محمد منل جهتيال، گل محمد غازي، رحمت الله لاشاري ۽ ٻيا ڪوڙ ساترا اچي وڃن ٿا.

هونءَ تہ سُگهڙائپ جي هر صنف ۾ دانائي ۽ سبق سمايل آهي پر خاص طور تي نصيحت جي بيتن ۾ سماج جي اوڻاين جي نہ رڳو نشاندهي ٿيل آهي پر عوام جي اصلاح جي ڳالهہ ڪيل آهي. اجائيءَ آڪڙ، وڏائيءَ ۽ هوڏڪي سيني سگهڙن ننديو آهي. مثال لاءِ محمد ملوڪ عباسيءَ جو هڪ شعر ڏجي ٿو:

گذر غريبي گُڻ پلو، هَٺُ ڇڏي ٿيءُ هيٺ
بُرو نہ هَلُ بازار ۾، ڪر منا مِني ميٺ
خيال ڪري ڏس خدارا، تون نوڪر آهين نيٺ
محبت جي هِن ملڪ ۾، پيو ڏهاڙي وڌائج ڏيٺ
پوءِ سياڻي توني سيٺ، ڪندو ماڙ "ملوڪ "چئي.

(موتي مور ملوڪ جا. ص: 119)

واقعاتي بيتن کي لوڪ شاعريءَ ۾ وڏي حيثيت مليل آهي. سگهڙ جڏهن وٽندڙ يا اٽوٽندڙ واقعا ڏسندا آهن تہ ان کي شاعريءَ ۾ سوگهو ڪري پنهنجي راءِ بہ ڏيندا آهن تہ اهو واقعو چڱو هو يا مَنو هو. لوڪ شاعريءَ ۾ ان قسم جا هزارين شعر موجود آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ سندس سَٿ ان قسم جي شعرن تي ٻڌل هڪ وڏو ڪتاب " واقعاتي بيت" نالي سان ترتيب ڏنو آهي، جنهن ۾ جن واقعن تي شاعري ڪيل آهي، انهن ۾ مخدوم عبدالرحمان کهڙن واري جي شهادت ، حُرن جي انگريزن سان ويڙهہ، اسلام ڪوٽ جو ڌاڙو ، ٿر پارڪر تي ماڪڙ جو حملو، مختلف شخصيتن جي وفات ۽ شاديءَ جا ڪاج ، جهيڙا ۽ ٻيا حادثا ۽ واقعا شامل آهن، انهن واقعن ۾ گهڻائي پاڪستان ٺهڻ کان اڳ جي واقعن جي آهي.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ جيڪي اهم واقعا ٿيا آهن، انهن بابت هن دور جي سگهڙن شعر جوڙيا آهن.

اهم واقعن ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي جي شهادت، محترمہ بينظير ڀُٽي جي شهادت، ضيائي مارشل لا، برسات ۽ ٻوڏ سبب آيل تباهي ۽ ٻيا واقعا

شامل آهن.

سنڌو درياهه جي ٻوڏ جيڪا تباهي آندي ۽ ان ڪان پوءِ ٻوڏ متاثرن سان جيڪي ڪلور ٿيا، ان ڦُرلٽ، بي واجبيءَ، زيادتيءَ ۽ ڪرپشن خلاف سگهڙن آواز اُٿاري سنڌي سماج ۾ خوشحاليءَ ۽ سُڪون آڻڻ جا جيڪي جتن ڪيا آهن . انهن مان هڪ مثال هيٺ ڏجي ٿو.

جولاءِ / آگسٽ 2010 ع ۾ آيل ٻوڏ لکين سنڌي بي گهر ڪري ڇڏيا. ان ٻوڏ دوران سنڌ جي ماڻهن سان، جيڪا جُٺ ٿي، اُن جي دانهن سگهڙ محمد لقمان ڪوکر، تنهن وقت جي پاڪستان جي صدر آصف علي زرداريءَ کي هڪ اپيل ۾ ڏني، ان جا چوند شعر هيٺ ڏجن ٿا:

آصف صاحبا! آءَ ڏسي وَڃُ
درياهه جودڙڪاءَ، ڏسي وَڃُ
بند ٽُٽي پيا، جا ٿئون ڪاٽئون
پاڻيءَ جو پڙلاءَ، ڏسي وَڃُ
بند مرامت ڪنهن نہ ڪيا
هڙني جو حياءَ ، ڏسي وَڃُ
انجنيئر، اي سي، سرويئر ايس ڊيا
ڇا پيا ڪن هت ڇاءَ، ڏسي وَڃُ
امداد ڏني تو ٻوڏ ٻُڏن لاءِ
دادا گيرن جو داءَ، ڏسي وَڃُ
راشن پاڻي، پاڻ ويا کائي
ٺلهاتن جا ٺڪاءَ، ڏسي وَڃُ
اٽو داليون، گهر ۽ ڇانور
ڪو نہ مليو آپاءَ، ڏسي وَڃُ
ايم پي اي، ايم اين اي ، وزير سڄورا
پيٽ ڀرين ٿا هاءِ، ڏسي وَڃُ

لاش لڙهي "لقمان" لکين ويا
ڪونهي ڪو بچاءُ ڏسي وڃُ

(لوچون ڏس لقمان جون، ص: 134)

اسان جا سگهڙ رڳو شاعريءَ تائين محدود ناهن. جيئن مون پهريان لکيو. ٻڌايو تہ هي همراهہ عملي طور بہ ميدان ۾ ڪاهي پون ٿا. اوطاقون سندن مورچا آهن. انهن اوطاقن ۾ ڪچهريون قائم ڪري سماج کي سڌارڻ جو پيغام ڏين ٿا. اُتي هو هڪٻئي، خاص ڪري نوجوان نسل جي اخلاقي تربيت ڪن ٿا. هو ڪچهرين ۾ وڏن جو احترام، ننڍن سان پيار ۽ پاڙي وارن جو لڄ لحاظ سيکارن ٿا. افسوس آهي تہ خاص ڪري امن امان جي مسئلن سبب اوطاقون ويران ٿيندڙيون وڃن. ذاتين جي جهيڙن بہ وڏي تباهي آندي آهي. سگهڙ امن جا سفير ٿيندي ذاتين جي جهيڙن ختم ڪرائڻ لاءِ بہ پاڻ پتوڙي رهيا آهن.پر جيئن تہ اوطاقون ويران آهن وڏيرن جي هر پاسي کان پذيرائي ٿئي پئي. تنهن ڪري وڏيرو فتني پکيڙڻ جي معاملي ۾ چيمپين ٿيندي ويو آهي. ذاتين وچ ۾ جهيڙن جو وڏو ڪارڻ وڏيرو آهي. سگهڙ وبچاري کي پنهنجي مني پيغام پهچائڻ جو وَجهہ ئي نہ ٿو ملي، جنهن ڪري نفرتون وڌنديون پيون وڃن.

سگهڙن جي سگهڙائپ کي عام ڪرڻ لاءِ ميڊيا بہ جوڳو ڪم نہ پئي ڪري. پنهنجي پيغام پکيڙڻ ۽ اهميت جترائڻ لاءِ سگهڙن پاڻ بہ مڙسي ڪئي آهي. هنن سگهڙن کي گڏ ڪرڻ لاءِ مختلف تنظيمون پڻ جوڙيون آهن. تنظيم سازيءَ جي باقاعدي سجاڳي سگهڙ محمد ملوڪ عباسيءَ آندي. ان کان پوءِ بين تنظيمون جوڙيون . هتي انهن تنظيمن ۽ هاڻوڪن صدرن يا چيئرمينن جا نالا ڏجن ٿا.

- سنڌ سگهڙ سنگت / سنڌ سگهڙ ڀلائي تنظيم

  صدر : ممتاز علي عباسي

- سنڌ سگهڙ ادبي ڀلائي تنظيم

صدر : خليل الرحمن مهيسر

- سنڌ سگهڙ سنگت لوڪ ادب تنظيم (سلات)

چيئرمين : عاجز رحمت الله لاشاري

- سگهڙ لوڪ وينجهار ڪچهري (سُلوڪ) سنڌ

صدر : حاجي علي نواز وگڻ

(حاجي علي نواز تازو سلات ۾ شامل ٿيو آهي)

- سگهڙ لوڪ ادب ويلفيئر ايسوسيئيشن (سلاوا) سنڌ. صدر علي گل پنهور.
- سنڌ سپيتا سگهڙ فورم، سرپرست عبدالواحد ڪلمتي. صدر احمد علي چانڊيو.
- لوڪ ادب سگهڙ سنگت ڳيريلو، صدر ارشاد چانڊيو.
- لوڪ ادب سگهڙ اتحاد سنڌ. چيئرمين سنڌ ساڄو پاسو ممتاز علي عباسي، چيئرمين سنڌ کاٻو پاسو خليل الرحمان مهيسر.

سگهڙ پنهنجين تنظيمن جي پليٽ فارم تان ڪچهريون، سيمينارَ ڪانفرنسون ڪرائيندا رهن ٿا. ان کان سواءِ پنهنجا ڪتاب به ڇپرائيندا رهندا آهن. هڪ تنظيم "سلات" ته موبائيل فون کي ڏاڍي سهڻي نموني ڪتب آڻي ٿي . مختلف پيڪيجن وسيلي رات جو " ڪانفرنس ڪالون" ڪري ڪچهريون ڪن ٿا.

هن دؤر ۾ جيڪو ڏاڍو ۾ ڏهڪاءُ آهي، ان تي به سگهڙ تڙپي ۾ لڳي ٿو. دهشتگردن ۽ دهشتگرديءَ تي لعنت وجهي ٿو سماج جي سمورن ساٿين وٽان سان گڏجي نعرا هڻي ٿو ته ، دهشتگردي مرده باد

عان پنهنجي مقالي جي پڄاڻي سگهڙ [illegible] ان ڪوڪر جي هن نعري سان ڪندس:

دهشتگردي مرده باد

وحشت گردي، مرده باد

روزانو ڏس، ڪير ڪُسن ٿا
نفرت گردي، مرده باد
اغوا، گوليون، بم بندوقون
ڪُلفت گردي، مرده باد
ڏيهہ جا ڏوهي، رِها رُپين تي
رشوت گردي، مرده باد
قسم تي ڪُوڙي، ڏين گواهي
ڪُپت گردي، مرده باد
مظلومن جا، حق هضم ٿيا
خيانت گردي، مرده باد
ڪوٺن قيدي، هاري ناري
دولت گردي، مرده باد
لڄالُٺ جو روز ڏنڌو آ
نحوست گردي، مرده باد
روز ملاوٽ، چور بازاري
بچت گري، مرده باد
"لقمان" ملن ٿا، لاش ٻورين مان
ظلمت گردي ، مرده باد
( لوڪ رنگ لقمان جا، ص : 16)

(پاڪستان اڪيڊمي ادبيات پاران ڪراچيءَ ۾ مئي 2015ع ۾ ٿيل قومي ڪانفرنس ۾ پڙهيل مقالو- ڪانفرنس جو موضوع: پُر امن سماج اڏڻ ۾ ڏات ۽ ڏاتين جو ڪردار.)

مددي ڪتاب :

1. ڪڇهريءَ جا مور، ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو، ثقافت کاتو، سنڌ حڪومت، 2014ع
2. سنڌي ادب جي تاريخ، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي
3. سگهڙ ڪڇهري ڪلام فقير هدايت علي رڏ، مرتب : حسين بخش رڏ، نيشنل بڪ فائونڊيشن ، اسلام آباد، 2012ع
4. واقعاتي بيت ، مرتب ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ، سنڌي ادبي بورڊ ، 1961ع
5. موتي مور ملوڪ جا، مرتب: ڊاڪٽر دُر محمد پٺاڻ ، ثقافت کاتو سنڌ حڪومت ، ڇاپو پهريون 2013ع
6. لُوچون ڏس لقمان جون ( لوڪ شاعري ) سگهڙ محمد لقمان کوکر، ايلسا پبليڪيشن ، حيدرآباد، 2013ع
7. لوڪ رنگ لقمان جا (سگهڙ محمد لقمان کوکر جو ڪلام ) مرتب : ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو، ثقافت کاتو، سنڌ حڪومت،2015ع

# سنڌي لوڪ ادب جون سهيڙ ۽ تحقيق کان رهجي ويل صنفون

سنڌي لوڪ ادب تي انفرادي حيثيت ۾ تحقيق ۽ سهيڙ جو ڪم انگريزن جي دور کان شروع ٿيو. ان ئي دور ۾ اشاعت جو ڪم به شروع ٿيو. لوڪ ادب جي صنفن ۾ سڀ کان اڳ ۾ لوڪ ڪهاڻين کي ڪتاب ۾ سانديو ويو. ان کان اڳ لوڪ ادب سينن ۾ سانديل هو ۽ سيني بسيني منتقل ٿيندو پئي آيو. اڄ ڪلهه لوڪ ادب کي ڪتابن ۾ محفوظ ڪرڻ جو لاڙو ۽ ڪم، خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته وڏي ويو آهي.

"سنڌي لوڪ ڪهاڻين کي سڀ کان اڳ ۾ يورپي عالم ڪيپٽن جارج اسٽيڪ 1849ع ۾ پنهنجي انگريزيءَ ۾ لکيل "سنڌي گرامر"جي آخر ۾ شايع ڪيو.جيڪي ديوناگري لپيءَ ۾ لکيل ۽ انگريزي ترجمي سميت ڏنيون ويون. جارج اسٽيڪ جي انهن ڪهاڻين تي ٻڌل ڪتاب کي مرليڌر جيٽلي صاحب عام سنڌيءَ ۾ آندو "اوائلي شايع ٿيل سنڌي لوڪ ڪهاڻيون" نالي سان اهو ڪتاب مرليڌر جيٽلي صاحب پنهنجي علمي تجزيي سان 1986ع ۾ ميدان تي آندو. (ڪارونجهر 11، ص 32.)

انفرادي يا ذاتي حيثيت ۾ لوڪ ادب جي مختلف صنفن تي [illegible] تمام گهٽ ڪم ٿيل آهي.

مختلف ادارن خاص ڪري سرڪاري ادارن پاران لوڪ ادب تي اجتماعي ڪم جي شاندار شروعات سنڌي ادبي بورڊ پاران "لوڪ ادب رٿا"

جي نالي سان 1956ع ۾ ٿي جنهن جي تجويز 1955ع ۾ جڳ مشهور عالم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڏني هئي، ڪيس ٿي ان رٿا جو سرواڻ مقرر ڪيو ويو. تعلقي، سطح تي ڪارڪن يا searcher مقرر ڪري 1957ع ۽ 1958ع ۾ ڪنڊ ڪُڙڇ مان لوڪ ادب ميڙيو ويو. ان مواد جي ڇپائيءَ جو ڪم 1959ع کان شروع ڪيو ويو جنهن هيٺ لوڪ ادب سلسلي جو پهريون ڪتاب "مداحون ۽ مناجاتون "شايع ڪيو ويو. ان سلسلي جا 43 ڪتاب شايع ڪيا ويا . آخري ڪتاب "هنر" 1991ع ۾ڇاپيو ويو. ان حساب سان هيءَ رٿا 45 سال جاري رهي. لوڪ ادب سهيڙڻ ۽ گڏ ڪرڻ جوڪم ڏهو ٻه سال جاري رهيو جيڪي صنفون گڏ ڪري شايع ڪيون ويون، انهن ۾ (1) مداحون ۽ مناجاتون (2) مناقبا، (3) معجزا (4) مولود(5) ٽيهه اکريون (ٻه ڀاڱا ) (6) هفتا، ڏينهن، راتيون ۽ مهينا (7)جنگناما (8) واقعاتي بيت (9) مُناظرا (10)سنڌي سينگار شاعري (11) پروليون، ڏُنون، معمائون جا بيت (سانوڻ ۽ سندس ساٿياري) ۽ ٻول(12)ڳجهارتون (ٻه ڀاڱا) (13)ڏور (14) ڳيچ (15)لوڪ گيت، (16)بيت(ٽي ڀاڱا) (19) سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (ست ڀاڱا) (20) دودوچنيسر(ٻه ڀاڱا) ۽ داستان (21)مشهورسنڌي قصا / قصا (21)سنڌ جا عشقي داستان ۽ ٻاهريان قصا ۽ داستان (23)رسمون رواج ۽ سوڻ ساٺ ۽ (24) هُنر

پنهنجيءَ جاءِ تي اهو هڪ مثالي ڪم آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب ۽ سندس ست جا وڏا وڙ ۽ احسان آهن. پر سنڌي لوڪ ادب ايترو ته شاهوڪارءِ وسيع آهي جو ايتري ساري ڪم ٿيڻ جي باوجود ائين لڳي ٿو ته ايجا وڌيڪ ڪم جي ضرورت آهي.

[illegible] جي [illegible] سمورن اڻارن اهو سمجهيو ته آڳاٽي دور جي ڪروڙين رپين جي خرچ ۽ سوين عالمن جي محنت واري لوڪ ادب رٿا مڪمل ٿيڻ کان پوءِ هاڻي سنڌي لوڪ ادب تي وڌيڪ ڪم ڪرڻ جي ضرورت ناهي. نتيجي ۾ خاص ڪري 1991ع کان پوءِ اڄ تائين لوڪ ادب

سهيڙڻ جي ڪا بہ جامع رٿا نہ جُڙي سگهي. لوڪ ادب جي هڪ شاگرد جي حيثيت ۾ مون جڏهن مطالعو مشاهدو ۽ سُگهڙن سان ڪچهريون ڪيون تہ مون کي نہ رُڳو ڪن صنفن تي وڏيڪ ڪم ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿي بلڪ هڪ تمام وڏو خال بہ نظر آيو خال اهو تہ 1957_1958ع کان هيل تائين سرجيل لوڪ ادب کي سهيڙڻ لاءِ ڪابہ اجتماعي ڪوشش نہ ورتي وئي آهي. انفرادي طور ڪيترن ئي ماڻهن نہ رڳو ڪم ڪيو آهي پر هُنن پنهنجي خرچ تي ڪتاب پڻ ڇپرايا آهن.

ان سان گڏ ڪي اهڙيون صنفون بہ آهن، جن کي لوڪ ادب رٿا ۾ ئي شامل نہ ڪيو ويو. اهڙين صنفن جو هتي ذڪر ڪجي ٿو.

**رسالو ڳجهارت:** هيءُ ڳجهارت جو اهڙو قسم آهي، جنهن ۾ شاهہ سائينءَ سان محبت، عقيدت ۽ سندس ڪلام ۽ پيغام کي پکيڙڻ جو جذبو سمايل هوندو آهي. رسالي ڳجهارت ۾ سگهڙ جيڪا ڳجهارت ڏيندا آهن، ان جي پڄاڻي شاهہ سائينءَ جو بيت هوندي آهي. مثال لاءِ هتي هڪ ڳجهارت ڏجي ٿي،

ڏيڻي: نالو ٻولي، ذات جا، درياهہ جي، نالو ٻولي، ذات، جان جو، وڻ، مسڪين جي.

پڄاڻي : نالو = محب ٻول =منهنجا، ذات جا = سپريا ، درياهہ جي =آڻئي نالو = الله ، ٻولي = توکي ، ذات = ساريو جان جو = ساهہ ، وڻ = ڪنڌ، مسڪين جي _ آهہ

سڄي : بيت

مُحب منهنجا سپرين ! آڻئي الله
توکي ساريو ساهہ، اُڪنديو آهون ڪري
(سر ڏهر)

سگهڙ محمد لقمان کوکر:

رسالو ڳُجهارت بہ عام جام آهي. ان کي بہ سهيڙڻ گهرجي. ان وسيلي لطيف

سائينءَ کي سمجھڻ ۾ پيغام پکيڙڻ ۾ وڏي مدد ملندي.

رسالي ڳجھارت تي ڪم ڪري مون هڪ ڪتاب ”رسالو ڳجھارت (سگھڙائپ وسيلي لطيفي پيغام جي پرچار) تيار ڪيو جيڪو سنڌ جي ثقافت کاتي نومبر 2015ع ۾ ڇپرايو لطيفيات ۾ لوڪ ادب جي موضوع تي سنڌي ٻوليءَ جو اهو پهريون ڪتاب آهي.

**پهاڪا:** اسان جي روزاني زندگيءَ ۾، جيڪا ٻولي ڪتب اچي ٿي، ان ۾ ڳُوڙهيءَ ۾ اهڃاڻي يا علامتي معنيٰ وارا لفظ، فقرا ۽ جملا بہ ڪتب اچن ٿا. جن ۾ پهاڪا بہ شامل آهن. پهاڪا ۽ چوڻيون نہ رڳو لوڪ ادب پر عام ٻوليءَ ۾ بہ وڏي اهميت رکن ٿا. لوڪ ادب رتا ۾ پهاڪا ۽ چوڻيون بہ گڏ ڪيون ويون هُيون. پر اهو گڏ ڪيل مواد ڪيڏانهن ويو ان جي خبر نہ ٿي پئي. ٿي سگھي ٿو تہ سنڌي ادبي بورڊ يا ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي پونيرن وٽ اهو مواد محفوظ هُجي، جيڪڏهن ملي وڃي تہ ان کي ڇنڊي ڇاڻي ڪتابي صورت ۾ آندو وڃي. منهنجيءَ ڄاڻ مطابق اهو مواد ضايع ٿي چڪو آهي، ضايع ڪندڙن کي ڳولهي سزا ڏني وڃي. ان کانسواءِ پهاڪن ۽ چوڻين کي ٻيهر گڏ ڪري شايع ڪيو وڃي. انفرادي طور ڪجھ عالمن پهاڪن تي وڏو ڪم ڪيو آهي.

**پهاڪا بيت:** هڪڙا تہ پهاڪا آهن، ٻيا انهن پهاڪن تي سُگھڙن بيت ٺاهيا آهن. بيتن وسيلي سگھڙن پهاڪن ۽ چوڻين کي جڻ زندگي بخشي ڇڏي آهي. پهاڪا بيت پهاڪن جي سولي سمجھاڻي آهن. انهن بيتن کي سهيڙي نہ رڳو ڇا پيو وڃي پر ان ورثي کي محفوظ ڪري نئين نسل تائين پهچايو وڃي.

مثال لاءِ هتي ڪجھ پهاڪا بيت ڏجن ٿا.

چوڻي جي: هجڻي ناڻو تہ گھر لاڙڪاڻو

بيت: پئسي بـنـا بـازار ۾، آ اچـڻ اجـائـو
خريداريءَ لئہ ڪوڪر چئي وتبو ويڳاڻو

اهو سالڪن سچ چيو آ. ڀهاڪو پُراڻو
جي هجئي ناڻو تہ گهر وڃي لاڙڪاڻو
نہ تہ ڪري ٽيڪ ويهاڻو گهارجُ پنهنجي گهر ۾
(محمد لقمان ڪوڪر)

ڀهاڪو: سوڙ آهر پير ڊگهيرڻ

بيت: جيترو هُجي جهڳي ۾، اوترو گاڏو گيڙ
اوڏر سوڏر تي آڪڙ ڪري، نہ ناسون ادا ٽيڙ
سڀ لُٽائي لقمان چئي، نہ سُج ڏي تپڙ سهيڙ
"سوڙ آهر پير ڊگهيڙ"، متان سرديءَ ۾ سر وڃئي.
( محمد لقمان ڪوڪر)

لڳ ڀڳ هر سگهڙ ڀهاڪا بيت چيا آهن. انهن کي بہ گڏ ڪري سامهون آندو وڃي.

گُرچيلو/ ڳاٺوءَ جا بيت : استاد ۽ شاگرد جا نصيحت ۽ ڏاهپ ڀريا گفتا گرچيلي جو موضوع هوندا آهن. گُرو استاد ۽ چيلو معنيٰ شاگرد. ان قسم جي لوڪ شاعري هنديءَ ۾ گهڻي ملي ٿي. ٿر واري پاسي جا سُگهڙ هندي، سنڌي ۽ ڍاٽڪي ڳاڻڙ گُر چيلا چوندا آهن. جڏهن تہ سنڌ جي ٻين پاسن جي سُگهڙن ان کي سنڌي ويس پارائي لوڪ ادب جي نيٺ سنڌي صنف بڻائي ڇڏيو آهي، جنهن کي نالو ڏنو اٿائون ڳاٺوءَ جا بيت ڳاٺو معنيٰ عقل وارويا ماهر. تہ ڳُٺا، چار ڳُٺا، پنج ڳُٺا ۽ ڇهہ ڳُٺا بہ ان سلسلي جي ڪڙي آهن. ڳاٺوءَ جا بيت ۽ گُرچيلو بہ گڏ ڪرڻ کان رهجي ويو آهي. هتي مثال لاءِ ٻہ ٽہ ڳُٺا ڏجن ٿا.

سوال : [illegible]
دلو پاڻي جهلي نہ ٿو، پيڻ لکي نہ ٿي،
جواب : پڳل آهي. ( سگهڙ محمد ايوب جوڻيجو)
درياهہ ڪپر پائي نہ ٿو

هاري هر هلائي نه ٿو
ڪارائي نه ڪپي ڪاٺ
ڳڻ ڳاٽو ڪهڙي ڳالهه؟

**پيٽي،** پاٽي ناهي.
وضاحت: درياهه ڪپر نه ٿو پائي جو درياهه ۾ پاڻيءَ جي ڪوٺ آهي. پيريل ناهي، سو ڪپر ڪيئن پائي يا ڪائي؟
هاري هر نه ٿو هلائي جو هاريءَ کي پاڻيءَ اچڻ جو ڪو آسرو نه آهي.
ڪارائي ڪاٺ نه ٿي ڪپي جو انهيءَ کي ٻه. لوهر پاٽي نه ڏنو آهي، مُـڏي آهي، وهي نه ٿي.
(سگهڙ محمد لقمان ڪوکر)

**لوڪُ يا عوامي ڪردار:** سنڌ ۾ اهڙا ڪيترائي عوامي يا لوڪ ڪردار آهن، جن جا ڏاهپ ۽ دانائيءَ وارا گفتا، پوڳ چرچا، ڏاڙا ٽڪاءَ ۽ ڪم پنهنجي تر ۾ گهڻا مشهور آهن. اهڙن عوامي ڪردارن ۾ وتايو فقير، پيراڻو پنيرو، ڇٽو ڪوري، آچر پاڪستاني، جمعو فقير وغيره شامل آهن. وتائي فقير جا گفتا ته سهيڙيا ويا آهن پر باقي لوڪ ڪردارن تي گهٽ ڪم ٿيو آهي.

انهن گمنام ڪردارن جو جيئري ته قدر نه ٿو ٿئي پر مرڻ کان پوءِ ته مورڳو وسري وڃن ٿا. شايد عوام وٽ سندن ڪي گفتا محفوظ هُجن، تنهن ڪري اهڙن ڪردارن ۽ سندن دانائيءَ کي سهيڙڻ جي سخت ضرورت آهي. لوڪ ادب رتنا ۾ انهن تي ٻه ڪم نه ٿيو.

هتي مثال لاءِ لاڙڪاڻي جي عوامي ڪردار جمعي فقير جو هڪ واقعو ڏجي ٿو. جيڪو انعام شيخ پنهنجي هڪ مضمون "جمعو فقير ويهين صديءَ جو وتايو" ۾ ڏنو آهي. " لاڙڪاڻي واسي چون ٿا ته پٽو صاحب جڏهن پاڪستان جو صدر بڻجي پهريون پيرو اباڻو شهر گهمڻ آيو هو ته جمعي سان مڪا ميلو ڪندي، موڪلائڻ مهل سئو رپين جو نوٽ کيسي ۾ وڌائينس. فقير

جڏهن ملڪي بادشاه کان ڇڙا سئو رپيا خرچي ملندي ڏٺا تہ هڪدم چوٽ ڪندي چيائين "ٻُٽا صاحب! جيڪڏهن مان ٻُٽو ٿيو تہ تون جمعو هُجين هان تہ اڄ توکي سونو ڪري ڇڏيان هان."

جنهن تي ٻُٽي صاحب کلندي کيس پنج سئو رپيا ڏنا ۽ دُعا ڪرڻ لاءِ چيو فقير موقعو مناسبت ڏسندي ٿڏي تي وراڻيو: "جي انهيءَ بادشاهيءَ کان پوءِ بہ خوش ناهين تہ پوءِ پلا اڄ تہ گڏجي گداگري ڪريون " ( لاڙڪاڻو تاريخ جي روشنيءَ ۾. مرتب : رضوان گل، ص. 136 )

**مگڻهار :** مگڻهار سنڌي سماج جو اهو ڪردار آهي، جيڪو سچو ئي ثقافت آهي. شادين مرادين تي ڳائڻ وڄائڻ ۽ ساٽ سونڻ ڪرڻ سندن ڪِرت آهي. هو هزارين سالن کان سيني بسيني سنڌي ثقافت کي سانديندا پيا اچن . کين ڪيترائي لوڪ گيت بہ ياد آهن تہ رسمون ۽ رواج بہ ياد آهن. اهڙيءَ ريت وٽن مختلف لوڪ گيتن جون ڌُنون ۽ وڄت جا انداز بہ محفوظ آهن. سندن ان سرمائي کي رڪارڊ ڪرڻ جي سخت ضرورت آهي. ٻيءَ صورت ۾ اسان وٽان ، جنهن تيزيءَ سان مگڻهار جو عمل دخل ختم ٿيندو پيو وڃي تہ هنن وٽ محفوظ سمورو سرمايو ضايع ٿي ويندو.

**ٻاراڻا ٻول:** ٻارڙن جون رانديون روندبون ۽ ٻول بہ تيزيءَ سان ختم ٿيندا پيا وڃن. انهن ٻولن ۾ وندر سان گڏ نصيحت بہ سمايل آهي. ئيٺ ٻهراڙين ۾ اڄ بہ ڪٿي ڪٿي ٻارڙن کي ورثي ۾ اهي ٻول پلئہ پيا آهن، انهن تي تمام گهٽ ڪم ٿيو آهي، وڌيڪ ڪم جي ضرورت آهي.

لوڪ ادب تي مجموعي طور تي سنڌ جي ثقافت کاتي گذريل ڪجھ سالن کان ڪم ڪيو آهي، جنهن جي نتيجي ۾ پنج ڇھ ڪتاب شايع ٿيا آهن، انهن ڪتابن ۾ سنڌوءَ جا گيت، ڪچهريءَ جا موڙ سنڌي لوڪ ادب : مضمون ۽ مقالا ۽ لوڪ رنگ لقمان جا رسالو ڳجهارت ۽ ٻيا شامل آهن. انهن سمورن ڪتابن کي لکڻ ۽ سهيڙڻ جو اعزاز مون کي حاصل آهي، جنهن لاءِ مان ڊي جي ڪلچر منظور ڪناسري صاحب جو ٿورائتو

آهيان رهجي ويل جن صنفن جو مون ذڪر ڪيو انهن تي بہ مون ڪم شروع ڪري ڇڏيو آهي پر مون اڪيلي جي وس کان ٻاهر آهي. اهو ئي سبب آهي تہ مون ان ڪم لاءِ سنڌي ٻولي اٿارٽي , اينڊومينٽ فنڊ ٽرسٽ ۽ ڪجھ ٻين ادارن کي گذارش ڪئي پر ڪٿان بہ ڪا موٽ نہ ملي.

بدقسمتي اها آهي تہ اسان جا اڪثر ادارا رٽائرڊ ماڻهن جي حوالي آهن. جيڪي نئين نسل جي ڪم کي مڃڻ لاءِ تيار ناهن. جي مڃن ٿا تہ کين پنهنجي ڪُرسي کسجڻ جو خطرو محسوس ٿئي ٿو. ڪن ادارن ۾ تہ بلڪل غير واسطيدار ماڻهون ويٺا آهن. سنڌي ادبي بورڊ هڪ اڪائونٽنٽ جي حوالي آهي. ڊاڪٽر اين اي بلوچ انسٽيٽيوٽ اهڙن رٽائرڊ ڪامورن حوالي آهي، جن جو لوڪ ادب سان واسطو ئي ناهي. ڊاڪٽر بلوچ بنيادي طور لوڪ ادب جو ماهر هو، سو ڊاڪٽر بلوچ جي نالي تي ٺهيل اداري ۾ جيڪڏهن ڊائريڪٽر ۽ بورڊ جي ميمبرن سميت لوڪ ادب جو ڪو ماڻهون ئي نہ هُجي تہ ان کان وڏيڪ ڪهڙي ڄُٽ هوندي.

اهڙيءَ ريت ٻيا بہ ڪوڙ ادارا آهن، جتي نہ رڳو رٽائرڊ پر غير واسطيدار ماڻهو ادارن جو ٻيڙو ٻوڙي رهيا آهن. توهان جيڪڏهن تحقيق ڪندو تہ اوهان کي خبر پوندي تہ انهن رٽائرن ڪرسيءَ خاطر ڪيترن اديبن، محققن ۽ ليکڪن جا معاشي علمي ۽ ادبي قتل ڪري سنڌي ٻوليءَ، ادب ۽ ادارن کي ايڏو نقصان پهچايو آهي، جيڪو ڏاريا بہ نہ پهچائي سگهيا. رٽائرڊ جيڪڏهن ايترا عظيم ۽ پنهنجيءَ ذات ۾ انجمن ۽ ادارا آهن تہ پوءِ سرڪاري ادارن کي ڇو چنبڙيا پيا آهن، گهر ۾ ويهي بہ خدمت ڪري سگهن ٿا. افسوس اهو آهي تہ اسان سڀ ان تي خاموش ۽ خوش آهيون.

**مددي ڪتاب :**

1. لوڪ رنگ لقمان جا، مرتب : ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو , ثقافت کاتو سنڌ حڪومت , 2015ع

2. لوچون ڏس لقمان جون . محمد لقمان کوکر، ايلسا پبليڪيشن حيدرآباد، 2015ع
3. لاڙڪاڻو تاريخ جي روشنيءَ ۾ . مرتب : رضوان گل، مضمون : جمعو فقير ويهين صديءَ جو وتايو- انعام شيخ آرٽس ڪائونسل آف پاڪستان . لاڙڪاڻو، 2014ع
4. ڪچهريءَ جا مور، ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو، ثقافت کاتو . سنڌ حڪومت، 2014ع

---

## سگهڙن کي سڏ

### سنڌي لوڪ ادب جي مختلف صنفن جي سهيڙ ۽ تحقيق

سگهڙن، محققن ۽ ادارن کي اپيل ڪجي ٿي تہ سنڌي لوڪ ادب جي مختلف صنفن، خاص ڪري هيٺين صنفن جي سهيڙ ۾ سهڪار ڪن / مواد ڏياري موڪلن / رابطو ڪن.

- ڀاڪا، چوٽيون،
- ڀاڪا بيت
- ڳرچيلو / ڳاٽوءَ جا بيت

(ٽہ ڳٽا، چار ڳٽا، پنج ڳٽا، ڇھ ڳٽا)

- لوڪ ڪردار / عوامي ڪردار
- جهولڻو
- لوڪ گيت

رابطي لاءِ:

**ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو**
Email: dr.kamaljamro@gmail.com
فون: 03012399345

# پَڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻڀاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڀاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوِ، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)